# سنڌ سچي آهي سرهاڻ

## گدائي جي شاعري جو اڀياس



ليکڪ

**سومرو شبير احمد**

پاران: گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد

ڪتاب جو نالو: سنڌ سڃي آهي سرهاڻ

موضوع: اڀياس

ليکڪ: سومرو شبير احمد

ٽائيٽل: عباس سارنگ

ڇاپو: ڦهريون2004ع

تعداد: هڪ هزار

قيمت:=/100 روپيا

ڇپائيندڙ: گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد

ڪمپوزنگ: جاويد سومرو

جاويد ڪمپوزنگ سينٽر جيڪب آباد.



---

هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي چيئرمين گدائي اڪيڊميءَ ڇپرائي
گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد جي آفيس مان پڌرو ڪيو.

# ارپيان ٿو

پنهنجي ابي ۽ امڙ کي
جن جي محنتن سبب آئون
ڪجهه ٻڌجي سگهيو آهيان.

سومرو شبير احمد

# سَناءُ

# پنهنجي پاران

گدائي ڪنهن تعارف جو محتاج ناهي. هو هن ظالم سماج جي ذتڙيل طبقي جو هڪ حساس انسان هو. هوئنئن به شاعر هجي يا اديب، صحافي هجي يا ڪالم نويس، مصور هجي يا فنڪار، سماجي ڪارڪن هجي يا سياسي ڪارڪن، اهي سڀ حساس تين ٿا ۽ انهن جي اها حساسيت ئي انهن کي مٿين انسانن جي روپ ۾ آڻي ڪجهه ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿي. عبدالڪريم گدائي به اهڙن انسانن جيان سيني خوبين جو مالڪ هو، جنهن پنهنجي قلم عمل ۽ جستجو سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته هو غريب مظلوم طبقي لاءِ دل ۾ درد رکندڙ هڪ فرد هو. جنهن پنهنجي ڪردار سان سنڌ جي مظلوم طبقي جي نمائندگي ڪندي پاڻ کي هڪ عوامي شاعر اديب، صحافي، فنڪار، سياسي ۽ سماجي ڪارڪن جي رنگ ۾ پيش ڪيو. سندس ڇپيل چار ڪتاب "پکڙا ۽ پنهوار"، "ساڻيهه جا سور"، "پيماني تي پيمانو" ۽ "خانگڙهه ڪان جيڪب آباد تائين" مٿي ذڪر ڪيل سندس سيني خوبين جو زنده ثبوت آهن. اهوئي سبب آهي جو گدائي جي ان پيغام کي مختلف اديبن شاعرن ۽ محققن تحقيقي رنگ ۾ سنڌ واسين تائين پهچائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهيا آهن.

انهن محققن ۾ جيڪب آباد جو هڪ نوجوان اديب، شاعر ۽ محقق سومرو شبير احمد به شامل آهي. جنهن گدائي جي لکڻين تي گهرائي سان هڪ نئين روپ ۾ عام ماڻهن تائين پهچائڻ لاءِ زير نظر ڪتاب لکي گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد کي اشاعت لاءِ پيش ڪيو، جنهن کي ڇپائڻ لاءِ منظور ڪندي اسان هي ڪتاب فنڊز جي کوٽ باوجود گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد "گاج" جي ٻئي ڪتاب جي تحفي طور "سنڌ سڄي آهي سرهاڻ" نالي اوهان جي هٿن تائين پهچائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري فخر محسوس ڪري رهيا آهيون. چوٿه هن کان اڳ گدائي مرحوم جي فرزند مرحوم فتاح عابد لاشاري جي زندگي تي لکيل سنڌس نياڻي مارئي افروز عابد جي ايم اي لاءِ ٿيسز پڻ "هو جي هليا هوت" نالي شايع ڪري چڪا آهيون.

اميد ته گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد "گاج" جي هي ٻي ڪاوش سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ هڪ نئين باب جي حيثيت ماڻيندي ۽ علم جي پانڌيئڙن لاءِ روشني پڻ ثابت ٿيندي.

ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي

چيئرمين

گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد.

ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪنهن نه ڪنهن کان متاثر ضرور ٿيندو آهي. مان به شاعريءَ جي حوالي سان سنڌ جي ٻن ناميارن شاعرن گدائي ۽ شيخ اياز کان گهڻو متاثر آهيان.

گدائي جي شاعريءَ مون کي تمام گهڻو متاثر ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته هن جي شاعري هڪ ته عام فهم آهي ۽ ٻيو ته هن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ ۽ سنڌ واسين جي پرچار ڪئي آهي. هن جي شاعري ۾ جيڪا رواني آهي ان ڪري هن جي شاعريءَ ۾ ردم تمام گهڻو آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو هن جو نظم هجي، غزل يا گيت ڳائڻ ۾ ڪڏهن به ڳائڻي کي دقت نه ٿو ڏي، ڳائڻو هن جا لفظ پاڻيءَ جيان استعمال ڪري ٿو.

گدائي شاعريءَ کي نوان لاڙا ڏنا آهن. هن ادب ۾ روايت کي ٺڏيو ناهي، پر روايت جو گهڻو سهارو به نه ورتو آهي، هن روايت کي ايتري تائين اپنايو آهي ته روايت ادب جو حصو آهي ۽ جتي سڄي روايت ادب کي فاعدو پهچائي سگهي ٿي اتي روايت کان فاعدو ورتو اٿائين.

گدائي شاعريءَ ۾ روايت کي علامتي انداز سان به اپنايو آهي، روايت کي پنهنجي شاعريءَ ۾ اشاراتي انداز ڏنو اٿائين جنهن ڪري گدائي شعر ۾ مقصد کي وسعت ڏيئي ڪامياب شاعر رهيو آهي.

گدائي ادب کي نوان ادبي اصول به ڏنا ته صحافتي پيشي سان

سچو رهندي اصل صحافتي اصولن جي پرچار به ڪئي.

گدائي راڳ جو به ڄاڻيندڙ هو ۽ اهو ئي سبب آهي جو هن جي شعرن ۾ اهو ميٺاڄ ۽ رس موجود آهي، هن جي شعرن ۾ موسيقي آهي جنهن ڪري سندس شعر سريلا آهن.

گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ ٺيٺ سنڌي پهاڪا، اصطلاح، ورجيس ڪم آڻي انهن کي محفوظ ڪيو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ تشبيهه، استعارو، ڪنايو، عڪس، علامتون استعمال ڪري نه رڳو شعرن کي سندر بڻايو پر انهن ذريعي ٻوليءَ ۾ به وسعت آندي ۽ وڌندڙ بڻائي.

ان کان علاوه هن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي اصلي کاڌن، ميون، وڻن، پکين، ڌنڌن، هنرن، اناج جو به ذڪر ڪيو آهي جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته گدائي انهن جي ڪيتري نه ڄاڻ ٿي رکي. اهوئي سبب آهي جو مان هن کان تمام گهڻو متاثر آهيان.

مان شاعريءَ جي شروعات ٨٧ يا ٨٨ کان ڪئي، شاعر لاءِ مشاهدي سان گڏ مطالعي جو هئڻ به ضروري هوندو آهي. مان شاعرن جو گهڻو مطالعو ڪيو آهي، گدائي انهن مان وڌيڪ آهي.

هن جي شاعري مون کي تمام گهڻو متاثر ڪيو، ان ڪري مان هن جي شاعريءَ تي ڪجهه آکر لکڻ شروع ڪيا.

مان هن تي پهريون مقالو سال ١٩٩٣ع ۾ لکيو ۽ اهي منهنجي تحقيق جي حوالي سان شروعاتي ڏينهن هئا. ان مقالي مون کي اتساهه ڏنو ۽ مان گدائي جي شاعريءَ جو وڌيڪ مطالعو ڪيو. گدائي جي شاعري پڙهندي مون کي حيرانگي ٿي ته هن جي شاعريءَ ۾ تمام گهڻا موضوع ۽ خوبيون موجود آهن.

انهن موضوعن کي ڳولي مان هنن تي لکڻ شروع ڪيو، پر مون کي اندازو نه هئو ته مان هن تي ايترا مقالا لکي وٺندس جو اهي ڪتابي

صورت ۾ اچي شايع ٿيندا.

مان ته گدائي جي شاعريءَ تي رڳو ڪجهه اهڙا ئي مضمون لکي رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ڪرايا هئا پر پوءِ هڪ دوست انهن مضمونن جو سهارو وٺي گدائي تي ايم فل ڪئي ته مون وڌيڪ گدائي تي لکيو.

مون گدائي تي جيڪو ڪجهه به لکيو آهي اهو جديد حوالي سان لکيو آهي ۽ هتي جيڪي مقالا شامل آهن اهي مختلف وقتن تي لکيا ويا آهن ان ڪري ممڪن آهي انهن ۾ تسلسل نه هجي يا ڪٿي ڪٿي هڪجهڙائي ڏسڻ ۾ اچي.

پر مان اهو خوب ڄاڻان ٿو ته ان جي باوجود به مان گدائي سان نياءُ ڪري نه سگهيو آهيان، انهن مقالن ذريعي مان رڳو انهن موضوعن جي نشاندهي ڪري سگهيو آهيان ۽ وڌن تحقيق نگارن لاءِ اشارو ڇڏيو اٿم ته اهي انهن تي ڀرپور لکن.

اصطلاح، عڪس، علامت، ادبي صنعتون، تشبيهه، تجنيس حرفي وارن مقالن ۾ انهن جي مختصر ترين تشريح ڪئي اٿم ڇاڪاڻ ته منهنجي ڄاڻ مختصر آهي، سينيئر اديبن کي گهرجي ته اهي انهن موضوعن تي دل کولي لکن ۽ اسان جي رهنمائي ڪن.

گدائي جو مختصر تعارف ۽ منهنجا ٻيا مقالا جيڪي لکيل آهن انهن لاءِ مختلف ڪتابن ۽ رسالن مان حوالا ورتا اٿم پر ان جي باوجود به مان سمجهان ٿو ته اهي گهٽ آهن.

هن ڪتاب ۾ ۱٦ مقالا آهن جيڪي گهٽ آهن گدائي تي مان ۲۰ يا ۲۲ مقالا لکيا هئا پر انهن مان ڪجهه مقالا منهنجي گهر کي باهه لڳڻ ڪري ڪجهه ٻين ڪتابن سان گڏ سڙي ويا.

جڏهن دوستن هن ڪتاب ڇپائڻ جو ذڪر ڪيو ته مان اهي اخبارون ۽ رسالا ڳولڻ شروع ڪيا جن ۾ ڪجهه مقالا شايع ٿيا هئا، اهي

مقالا گهڻو اڳ جا لکيل هئا سو پهريان سوچيم ته انهن ۾ ردوبدل ڪيان پر پوءِ مان ائين ڪري نه سگهيم سو انهن کي ائين ئي شامل ڪيو اٿم ڪجهه مقالا ٻي يا چار تازه لکيا اٿم جيڪي هن ڪتاب ۾ شامل آهن.

مان انهن دوستن جو ٿورائتو آهيان جن مون کي اتساهه ڏيئي هيءُ ڪتاب لکرائي شايع ڪرائڻ لاءِ همٿايو.

س ب ڪوسو، الطاف گوهر پيچوهو، ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي، عباس سارنگ، عاجز شهزاد جا ٿورا جن هن ڪتاب کي شايع ڪرائڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

مان پنهنجي ابي ۽ امڙ جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان جن ڳوٺ ۾ رهي ڪڙمي هوندي پنهنجي ڏور رس نگاهه رکندي مون کي پڙهايو ۽ مون کي هاري ٿيڻ بجاءِ علم جو زيور ڏنو ۽ مان اڄ هن منزل تي آهيان سچ پچ مان هنن جو هڪ به ٿورو لاهي نه ٿو سگهان.

آخر ۾ اهوئي عرض آهي ته هن ڪتاب جو مطالعو دل جي حضور سان ڪيو وڃي، تڏهن ئي پڙهندڙ ڪو انصاف ڪري سگندو هيءُ ڪتاب ڪنهن کي ٿورو به متاثر ڪندو ته مان سمجهندم ته گدائي سان انصاف ڪري سگهيو آهيان.

آخر ۾ گدائي اڪيڊمي جيڪب آباد جا ٿورا جنهن هن ڪتاب کي شايع ڪرائڻ جو بندو بست ڪيو.

•

: ٥ شبير احمد

جيڪب آباد

١١-٥-٢٠٠٢ع

# گدائي

نالو: عبدالڪريم

ولد: بجار خان

ذات: لاشاري

تخلص: گدائي

جنم: هڪ جنوري اڻويهہ سوُ هڪ

وفات: اٺاويهہ جنوري اڻويهہ سوُ انهتر

سندس وڏا شورڻ ضلعي ڪڇي بلوچستان مان لڏي پنجاب جي ضلعي ليہ ۾ رهيا. اتان سندن هڪ فرد سنڌ ۾ ڳوٺ ڪريم آباد تعلقي ٺل ۾ لڏي آيو.

گدائي ٺل جي هڪ ڳوٺ ڪريم آباد ۾ پيدا ٿيو. ڪيس هڪ وڏو ڀاءُ ۽ ٻہ ڀينرون

هيون. گدائي جي جنم بعد سندس والد ڳوٺ ڇڏي ٺل شهر ۾ رهيو.

**تعليم:**

ورنيڪيولر اسڪول ٺل مان ٽي درجا سنڌي، انگلو ورنيڪيولر

اسڪول جيڪب آباد مان چار درجا انگريزي ۽ بعد ۾ ميٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين.

## نوڪري:

اٺويهه سؤ ارڙهن ۾ پوسٽ آفيس شڪارپور ۾ ڪلرڪ.

ٻن سالن بعد پوليس کاتي ۾ سپاهي.

اٺويهه سؤ چويهه کان اٺويهه سؤ ڇويهه دوران خانصاحب بهادر خان کوسي جي پٽن جو ٽيوٽر.

ان بعد اٺويهه سؤ ٻٽيهه تائين ڪير ٿر ڪينال ڊويزن انجنيئر آفيس شهدادڪوٽ ۾ ڪلرڪ.

## شاعري:

شاعري جي شروعات: اٺويهه سؤ ستاويهه ۾ سنڌ جي ناميارې اديب ۽ دانشور لطف الله بدوي کان متاثر ٿي شاعري شروع ڪيائين.



## صحافت:

اٺويهه سؤ ڇائيتاليهه ۾ هفتيوار "مجاهد" جو ايڊيٽر.

باقائده صحافت جي شروعات اٺويهه سؤ ايڪونجاهه ۾ "صبح سنڌ" جيڪب آباد جو مئنيجر ۽ سب ايڊيٽر ٿي ڪيائين.

اپريل اٺويهه سؤ پنج ونجاهه ۾ "فرنٽيئر گزيٽ" ۾ ايڊيٽر.

اٺويهه سؤ ڇاونجاهه ۾ "انقلاب" جو ايڊيٽر.

اٺويهه سؤ ستونجاهه ۾ هفتيوار "امروز" ۾ ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر.

اٺويهه سؤ ستونجاهه، اٺونجاهه ۾ "اتحاد" ۾ ايڊمنسٽريٽر.

پندرنهن سيپٽمبر اٺويهه سؤ ڇنجهٺ ۾ روزاني "جهاد" جو ايڊيٽر.

اٺويهہ سوؑ پنجهٺ ۾ "عبرت" ضلعي نمائيندو.

اٺويهہ سوؑ انهٺ ۾ "سارنگ" ۾ ادارتي فرائض پورا ڪيائين.

ان ڪان علاوه گدائي اخبارن، رسالن ۾ مضمون، فيچر، اداريہ ۽ ڪالم پڻ لکيا.

گدائي ڊرامن ۾ بہ ڏاڍي دلچسپي ورتي. ان شوق ڪيس ئل ۾ پنهنجي ئل ايميچوئر ڊراماٽڪ سوسائٽي جو بنياد وجهرايو. ان سوسائٽي جي پليٽ فارم تان هن ڪيترائي هندي، سنڌي ڊراما اسٽيج ڪيا. ان شوق ۾ هن ماسٽر امير علي جي ڊارما ڪمپني ۾ ڇهہ مهينا نوڪري بہ ڪئي.

## سياست:

اٺويهہ سوؑ ارڙهن ۾ خلافت هلچل ۽ پوءِ ڪانگريس ۾ شامل ٿي سياست جي شروعات ڪيائين. ورهاڱي ڪان پوءِ هارين تي ساڳيو ئي وڏيرن ۽ ڪمدارن جو ڏاڍ ڏسي سنڌ هاري ڪميٽي ۾ شامل ٿيو.

بعد ۾ نيشنل عوامي پارٽي ۾ شامل ٿيو جنهن جو ضلعي سيڪريٽري رهيو.

ان ڪان علاوه گدائي اپر سنڌ مڪينيڪل ڊرائيورس ۽ ليبر يونين ۾ بہ رهيو.

گدائي سياسي، سماجي تنظيمن ڪان علاوه ادبي تنظيمن سان بہ وابستہ رهيو.

جمعيت الشعرا سنڌ، انجمن فروغ ادب، سنڌي بزم ادب، سنڌي ادبي سنگت، بزم مشاعره وغيره.

## ڪتاب:

گدائي جا پنهنجي زندگيءَ ۾ چار ڪتاب شايع ٿيا جن مان ٽي

شاعري ۽ هڪ جيڪب آباد جي تاريخ تي آهي.

سائيهه جا سور (شعر)، خانڳڙهه کان جيڪب آباد تائين (تاريخ)، پيماني تي پيمانو (شعر)، پکڙا ۽ پنهوار (شعر).

گدائي شاعر، صحافي کان علاوه سماجي ڪارڪن، اداريه نويس، فيچر نگار، ڪالم نويس به هئو. هو شاعر، صحافي، ۽ اديب سان گڏ هڪ نفيس دل سچو ۽ کرو ۽ هڏڏوڪي انسان هئو. غريب طبقي سان واسطو رکڻ ڪري غريبن جو همدرد هئو.

هن رڳو قلم ذريعي ئي نه پر عملي طور به غريبن جو ڀرجهلو هئڻ جو ثبوت عملي زندگيءَ ۾ ڏنو آهي.

سندس شاعري ترقي پسند خيالن جي ڪري هر عام ۽ خاص ۾ اڄ به مقبول آهي.



# گدائي انسانيت جو شاعر

جنهن ديس ۾ انسان جو ڪو احترام نہ ٿئي، انسانيت جو قتل عام ٿي رهيو هجي، ديس جا ڏٽي پنهنجي ئي ديس ۾ بي گهر ۽ دربدر هجن، ۽ ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيڙبا رهندا هجن. جنهن ديس ۾ انسانيت پستيءَ جو شڪار هجي، ان ديس ۾ ڪنهن سچي ماڻهوءَ جو جنم وٺڻ هڪ لازمي امر آهي، انهيءَ لاءِ ئي تہ هن دنيا ۾ هڪ لک چويهہ هزار پيغمبر آيا، انهيءَ لاءِ ئي تہ شاھ عنايت جهوڪ وارو، شاھ لطيف، سچل، ڪارل مارڪس، لينن، هوچي منهہ، مائوزي تنگ، نيلسن منڊيلا، هوشو، هيمون ۽ جي ايم سيد پيدا ٿيا جن انسانيت جي ڀلي لاءِ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪيو.

گدائي جو جنم بہ اهڙي دؤر ۾ ٿيو جنهن ۾ انسانيت پنهنجو احترام، پنهنجي حيثيت وڃائي رهي هئي، غريب ماڻهو ڏاڍ جو شڪار ٿي رهيو هئو، هاري ناري وڏيري جا زرخريد غلام سمجهيا ويندا هئا، وڏيري جي هر حڪم اڳيان ڪين ڪنڌ جهڪائڻو پوندو هئو، هو هر ڪم وڏيري جي ذهن مطابق ڪندا هئا ڇو تہ ڪين پنهنجو ذهن هوئي نہ.

هي اهو دؤر هئو جڏهن مذهبن ماڻهن کي منجهائي وڌو هئو، ماڻهن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ هو ڇا ڪن، ماڻهو افراتفريءَ جو شڪار ٿي ويا هئا.

مذهبن ماڻهن کي ورهائي ڇڏيو هئو، ۽ ان حد تائين پهچائي ڇڏيو هئو جو اڳ جيڪي مختلف مذهب هئڻ جي باوجود پاڻ ۾ ڀائرن وانگر

رهندا هئا، هڪبئي جا پومي تهوار گڏجي ڪل خوشيءَ ۾ ملهائيندا هئا سي پوءِ اوچتو ئي اوچتو پنهنجا جاني دشمن بڻجي پيا. هنن انسانيت جي سرحدن ڪي ڊاهي پنهنجي ڌرتيءَ ڪي ٽڪرن ۾ ورهائي مذهب جي نالي تي انسانيت جو خون ڪيو.

انسانيت تي ٿيندڙ ظلم، ڌاڙ ۽ ڌهڪاءَ جي پس منظر ۾ گدائي گل و بلبل، رخسار و ابرو واري خيالي شاعريءَ ڪي ڇڏي انسانيت جي پرچار ڪرڻ لڳو. هونءَ به سچو شاعر انسانيت جو شاعر هوندو آهي، هو انسانيت مٿان ٿيندڙ بي انتها ظلم ڪي ڏسندي گل و بلبل واري شاعري يا ڪنهن عورت جي عشق ۾ ڦاسي هن جي ڳلن، نيڻن، سياه زلفن جي تعريف ڪيئن ٿو ڪري سگهي. سچو شاعر ته اهڙي دور ۾ انسانيت جي عظمت، ان جي احترام لاءِ پتوڙيندو آهي جيئن گدائي خود پاڻ چيو آهي ته

گل و بلبل جا گيت ترانا پنهنجي دل ڪي ڪين وڻيا
سانگيئڙن جا سُور سموئي واين ۾ ورجايون وينا

سمايو جڏهن دردِ انسان دل ۾،
غمِ عشق جانان وساري ڇڏيوسين.

بنيادي طور گدائي انسان جي غم جو قائل آهي هن جي دل شروع کان وٺي انسان جي درد پريل رهي آهي جنهن جو اظهار هو پاڻ هن شعر ۾ هيئن ٿو ڪري

مان غمِ انسان جو قائل تون غمِ جانان سندو،
منهنجي دل ۾ ڪجهه نه آهي درد انسان کان سواءِ.

جنهن ديس ۾ ماڻهو، ماڻهوءَ سان وڙهي، هڪبئي جو خون ڪري، انسانيت ڪي لڄائي. اهڙي جڳ ۾ سچي شاعر جو لڇڻ لازمي امر آهي، گدائي به اهڙي صورتحال ڏسي لڇيو آهي ۽ هن ڪي اهڙي جڳ ۾ جيون راس نه ٿو

اچي، تنهن ڪري چئي ٿو

پاپي هن نگريءَ جو جيون اچي پلا ڪيئن راس،
ماٺهو جت هڪٻئي جو ڪاٽن پٽي چڪن سان ماس.

۽ وري گدائي اهڙي جڳ سان پرچاءُ به نه ٿو ڪري

نگري نگري پاپ جو پاڇو شهر شهر انياءُ،
اهڙي پاپي جڳ سان پنهنجو ڪيئن ٿئي پرچاءُ.

گدائي گهٽ وڌ جي فرق جو پڻ مخالف آهي انهيءَ ڪري گدائي انسانيت جي پرچار ڪندي گهٽ وڌ جي فرق ڪي متائڻ ۽ جنهن جڳ ۾ انسان سورن ۾ هجي اهڙي جڳ ڪي باهه ڏيئي ساڙي ڇڏڻ گهريو آهي

دل تي چئي هڪ آڳ لڳايان،
گهٽ وڌ جو هي فرق متايان،
سارو هي مانداڻ جلايان.



جنهن جڳ اندر آهي گدائي سورن ۾ انسان،
اهڙي پاپي جڳ ڪي ساڙي ٻاري ڪر شمشان.

حقيقت ۾ اسان جي زمين تي جيڪي خونريزيون يا خوفائتيون جنگيون لڙيون ويون آهن يا وري هيءَ زمين وڏيڪ ٽڪرن (ملڪن) ۾ ورهائجي ويئي ان جا اصل سبب مذهب آهن يا وري قومن ۾ اختلافن جو پيدا ٿيڻ به مذهب ئي آهن.

هڪ قوم ٻي قوم ڪان اِن ڪري ڊار ٿي، هڪ قوم ٻي قوم جو ان ڪري قتلام ڪيو جو هنن جو مذهب مختلف هئو. مذهب جي آڙ وٺي جڏهن هڪ قوم ٻي قوم ڪان ڌار ٿيڻ لاءِ قتل ۽ غارتگري شروع ڪئي تڏهن گدائي انسانيت جو علم ڪٽي مذهبي جنون ۽ متيپد خلاف آواز بلند ڪيو.

مسجد ۾ جي ياروسي تون مند ر ۾ آ ڪيرُ؟
ماڻهن جو ماڻهن سان آخر ڇاجو ويڇو ويرُ؟



مسجد ۾ الله چون ۽ مندر ۾ ڀڳوان،
پر شينهن جي وچ ۾ آهي سوريءَ تي انسان.

ماڻهو مختلف مذهبن ۾ منجهي ٿا پون پر اصل مذهب ته انسانيت آهي ان سان پيار ڪرڻو آهي. هي هندو، مسلم، سک، عيسائي هڪ ئي نسل آهن. سڀ ڪان پهريان انهن کي انسان بڻجڻو پوندو ڇوته انسانيت ئي اهڙو مذهب آهي جنهن کي اپنائڻ سان روءِ زمين امن جو گهوارو بڻجي سگهي ٿي. نفرت، پيائي ختم ٿي سگهي ٿي ۽ هي جي نسلن جون جنگيون ٿينديون رهيون آهن انهن جو پوءِ ڪو تصور به نه ڪري سگهندو. شاهه، سچل، سامي ۽ دنيا جي پين اديبن، شاعرن، مفڪرن انسانيت جي پرچار ڪندي انسانيت جي مذهب کي ئي مهندار بڻايو آهي.

گدائي به اها ساڳي وات ورتي آهي.

هندو، مسلم، سک، عيسائي،
هڪ ٻئي جا سڀ پائي پائي.



نه گوري کي ڪاري مٿان فوقيت آ،
فخر آهي رنگ ۽ نسل تي اجايو.



هئي دين برحق جي منشا اها،
ته دنيا ۾ ٿئي معتبر آدمي.

هتڙي سيئي پائر، هندو نه ڪوئي مومن،
مسلڪ اوهان جو آهي، امن ۽ امان جو ضامن.

حقيقت ۾ ڪائنات ۾ انسان پاڻ ظاهري فرق قائم ڪري هر شيءِ جي حيثيت جدا جدا مقرر ڪري خود پاڻ غير برابريءَ جو شڪار ٿئي ٿو جنهن سان ئي هو گمراهه ٿئي ٿو. پر اصل ۾ هو سڀ برابر آهن، سڀن ۾ هڪ ئي ذات وسي ٿي، جنهن لاءِ سچل چيو آهي ته

ذات صفات هڪائي آهي ڀول نه وجهين ڀولي،
سوئي اندر سوئي ٻاهر، سوئي تنهنجي چولي.

گدائي به ساڳي راهه جو راهي آهي

رنگ نسل جا ڏونگ اجايا،
پيٽ بکئي سڀ سانگ بڻايا،
ڇا گوري ۾ ڇا ڪاري ۾،
ساڳيو آهي ستار.



مذهب پنهنجو پيار گدائي،
هندو مسلم سک عيسائي،
جوڙ سيئي هڪ مالڪ جي،
سڀ ۾ ساڳيو يار.



وحدت وارو جام به ساڳيو،
پر هلادي پيغام به ساڳيو،
دين ڌرم اسلام به ساڳيو،
سڀ ۾ آهي ستار.

گدائي انسانيت جي پرچار ڪندي نفرت، ڪينو، ساڙ، ڪدورت، ذاتين پاتين

۽ رنگ نسل کي جنگ ۽ فساد جو باعث قرار ڏيندي چئي ٿو ته اهي سڀ تڪرار اجايا آهن انهن جو پرچار جنگ ۽ فساد جو سبب آهي اچو ته اهي سڀ ختم ڪري ڪو سک جو جهان اڏيون

هڪٻئي لئه حقارت ڇاجي؟
انسانن ڪان نفرت ڇاجي؟
ڪينو ساڙ ڪدورت ڇاجي؟
ڇا جو هي تڪرار، ٻڌايون سک جو ڪو سنسار.

ذاتيون پاتيون فخر وڏايون،
رنگ نسل جون سڀ ارڙايون،
آهن جنگ فساد جو باعث،
زهر پريو پرچار، ٻڌايون سک جو ڪو سنسار.



ويچن جا وهنوار وساري،
نفرت پيائي ساڙي ٻاري،
الفت وارا جام پياري،
هر ڪو ٿئي سرشار.

گدائي ديس ۾ ڏاڍ، ظلم ۽ انياءُ ڏسي اميد ڏيکاريندي چئي ٿو
نيٺ گدائي ٻارڻ ٻرندا،
انسانن جا وارا ورندا،
ڪنڊن مان ئي ڦول ايرندا،
ظالم سڙندا ڳرندا مرندا،
ماڻهو ٿيندا شاد_دنيا ۾ نيٺ ٿيندو داد.
۽ اڳتي هلي گدائي عزم کي جوان رکندي تقدير کي ڦيرائڻ جِي ڳالهه ڪندي

انسان جي قدرن جي توقير ڦري وڃڻ جي بابت چئي ٿو

هي عزم جوان آهي تقدير ڦري ويندي،

هن پاپ جي نگري جي تصوير ڦري ويندي،

انسان جي قدرن جي توقير ڦري ويندي.

جنهن ديس جنهن نگر ۾ انسان جي عظمت ۽ احترام جو ڪو تصور نه هجي، اتي گدائي ان نظام کي ئي بدلائڻ جي ڳالهه ڪندي ساٿين کي چئي ٿو

اٿو ته ساٿيو بدلايون هي نظام ڪهن،

جهان ۾ ڪجهه ته بشر جو احترام ٿئي.

گدائي جي شاعريءَ جو اڀياس ڪندڙن گدائيءَ کي قومي، انقلابي ۽ هاريءَ جو شاعر سڏيو آهي پر مان چوان ٿو ته گدائي اصل ۾ انسانيت جو شاعر آهي جيتوڻيڪ گدائي جي شاعري ۾ پيون خوبيون به ڪوڙ ساتريون آهن. گدائيءَ جو سارو ڪلام انسانيت جي پرچار ڪري ٿو، شاهه سچل جو ڪلام انسانيت جي پرچار ۽ رهبري اڄ به ڪري ٿو تيئن گدائي جو ڪلام اڄ به ساڳي ئي خوبي رکي ٿو سندس رڳو هي شعر ئي ان جو ثبوت آهي.

هر عورت ديس جي نوري آ،

هر ماڻهو ديس جو راڻو آ.



# گدائي هاريءَ جو شاعر

دنيا ۾ هميشه ٻه طبقا رهيا آهن. هڪ ظالم ۽ ٻيو مظلوم. اهي طبقا شروع ڪان وٺي هن دنيا ۾ جهيڙيندا پيا اچن ۽ اڄ تائين اهي جهيڙين پيا. ظالم طبقو تعداد ۾ گهٽ آهي پر هو مضبوط ۽ هڪ آهي مظلوم طبقو تعداد ۾ گهڻو آهي پر هو هيٺو ۽ ڇڙوڇڙ آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو مظلوم هميشه ظالم هٿان مار کائيندو رهي ٿو ۽ پيڙبو رهي ٿو.

مظلوم جنهن ۾ مزدور طبقو اول آهي، هن جي دنيا جي ڪاروهنوار هلائڻ ۾ وڏي اهميت آهي هن جو ان ۾ هڪ وڏو ۽ اهم رول آهي، اڄ جي بدليل ۽ سوڙهي ٿيل (گلوبل وليج) پنيان ان ئي طبقي جي محنت آهي. مزدور ۽ پورهيت طبقو جيستائين پنهنجي حقن ۽ طاقت جي ڄاڻ نه رکندو، ٻڌي ڪري هڪ ٿي ميدان تي نه ايندو تيستائين ظالم هٿان پيڙبو رهندو، دنيا جي نقشي ڪي تبديل ڪرڻ وارا اهي مزدور ۽ پورهيت جڏهن ٻڌي ڪري اٿن ٿا ته پوءِ دنيا جي نقشي تي هڪ وڏو سوويت يونين آف رشيا ناهي وٺن ٿا ۽ ان تي پنهنجي حڪمراني جو جنهڊو جهولائين ٿا ۽ دنيا ڪي ڏندين آڱريون ڏيو ڇڏين ٿا، ڪارل مارڪس جي نظريي ۽ لينن جي جدوجهد جي سبب اها تحريڪ دنيا ۾ پکڙي ۽ مزدور ۽ پورهيت طبقي پنهنجي طاقت جي اهميت ڪي سڃاتو ۽ ظالم سان مهاڏو اٽڪايو.

مزدور ۽ پورهيت طبقي جو هڪ ٿيڻ ۽ طاقت ذريعي پنهنجي رياست ٺاهڻ معنيٰ هر شي ۽ سستي ۽ ان تائين عام ماڻهو جي پهچ يقيني.

دنيا جي هر ڪنڊ ۾ جڏهن ٻه پورهيت طبقي ٻڌيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي ته هن سوڀ ضرور ماڻي آهي ٿوري وقت لاءِ ئي سهي پر هن ظالم سان مهاڏو اٽڪائي اهو ثابت ڪيو آهي ته ٻڌي ۽ طاقت سان ئي هڙ حاصل ٿئي

تو.

سنڌ ۾ شاهہ عنايت جهوڪ واري جي تحريڪ هجي انگريزن خلاف حر تحريڪ هجي ان ۾ پورهيت طبقي پاڻ ملهايو آهي ظالم طبقي کي ڀوڻتي ڏکڻ ۽ کيس هارائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي آهي. جيتوڻيڪ اهي پيئي تحريڪون ڪامياب ٿي نہ سگهيون پر دنيا ڏنو تہ انهن تحريڪن ظالم طبقي جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي.

انهن تحريڪن جي ناڪام ٿيڻ جا ڪي ٻہ سبب ٿي سگهن ٿا پر انهن تحريڪن پٺيان جيڪو مقصد شامل هئو اهو پورهيت انقلاب آڻڻ هئو. اهي تحريڪون اڳتي وڌڻ جي هڪ وک هيون.

تحريڪون ڊگهو سفر طئي ڪنديون آهن پر اهي پيئي تحريڪون پنهنجي شروعاتي سفر ۾ ئي ناڪام ٿيون. انهن جا سبب ڪوڙ ٿي سگهن ٿا پر هڪ سبب اهم آهي تہ اهي تحريڪون ان دوُر ۾ هليون جڏهن دنيا ايا ترقي ڪونہ ڪئي هئي ڪميونيڪيشن سسٽم نج مقامي ۽ اڻپورو هئو.

تحريڪون مضبوطي اڳواڻيءَ هيٺ هلنديون آهن پر سنڌ ۾ اهي پيئي تحريڪون جيتوڻيڪ مضبوط اڳواڻن هيٺ رهيون پر اهي اڳواڻ پنهنجي اڳواڻي اڳتي وڌائي نہ سگهيا ۽ مضبوط حڪمت عملي قائم ڪري نہ سگهيا جنهن ڪري اهي تحريڪون انهن اڳواڻن جي ختم ٿيڻ سان گڏ ختم ٿي ويون.

انهن تحريڪن مان سنڌ کي جيڪا ڪاميابي ملي سا اها انهن تحريڪن سان سنڌ جي پورهيت طبقي کي پنهنجي طاقت جو اندازو ٿي ويو ۽ هن ٻڌيءَ جي اهميت کي سمجهيو.

اهو ئي سبب اهي جو اڄ پورهيت طبقو ڇڙوڇڙ آهي پر ٻڌيءَ لاءِ سوچي ٿو، ٻڌي ڪري ٿو پر جيئن تہ هي طبقو هيٺو آهي، هن وٽ خاص وسيلا موجود نہ آهن مضبوط ۽ ڊگهي قيادت ڪونهي انهيءَ ڪري اڄ بہ

پيڙبو رهي ٿو.

سنڌ ۾ پورهيت طبقي مان هاري هميشہ پيڙبو رهيو آهي چاڪاڻ تہ وڏيري جي چالاڪي ۽ مضبوطيءَ سبب هو وڏي ويجهي ۽ اسري نہ سگهيو آهي، وسيلن کان پري رکيو ويو آهي، تعليم جي فقدان سبب هن ۾ شعور گهٽ رهيو آهي.

هاريءَ تي ايڏو تہ ظلم ڪيو ويو آهي جو هو هن مهل تائين پاڻ سنڀاري نہ سگهيو آهي ۽ پنهنجي طاقت ۽ حقن جي پروڙ حاصل نہ ڪري سگهيو آهي.

اهڙي طبقي لاءِ سنڌ ۾ جيتوڻيڪ جدوجهدون وقت بوقت ٿينديون رهيون آهن پر ڪاميابي پوءِ بہ سندن قدم چمي ڪونہ سگهي آهي.

هر سماج ۾ جتي انڌير هجي، بيدادي هجي، ظلم زور تي هجي اتي ڪي سجاڳ ذهن بہ پيدا ٿيندا آهن ڪي هيٺن جا همراهي بہ نڪري نروار ٿيندا آهن، هيٺن ۾ بيداري آڻڻ لاءِ پنهنجي وس آهر جدوجهد ڪندا آهن ۽ پنهنجو قومي ڪردار نڀائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪندا آهن.

هارين ۾ سجاڳي آڻڻ، انهن کي پنهنجن حقن جي ڄاڻ ڏيڻ ۾ مضبوط ۽ هڪ ٿيڻ بابت سنڌ ۾ ڪيترائي ذهن پيدا ٿيا، انهن ذهنن ۾ جن وڏي چڙهي حصو ورتو اهي شاعر جا ذهن هئا.

شاعرن هارين ۾ سجاڳيءَ جي جيڪا لهر پيدا ڪئي اها لهر سياست بہ پيدا نہ ڪري سگهي. ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ سنڌ ۾ تصوف جو هڪ اهم ڪردار رهيو آهي سنڌي ماڻهو نفسياتي طور عقيدي پرست پئي رهيو آهي، پيرن جو پوئلڳ پئي رهيو آهي، عقيدي پرستي سبب هو پير پرستيءَ ۾ وڪوڙيو پيو رهيو جنهن سبب هن جو لاڙو، عقيدي پرستيءَ ڏانهن مضبوط ٿيندو رهيو ان عقيدي پرستيءَ سبب ۽ پير پرستيءَ سبب هميشہ جدجهد کان پري رهيو ۽ پيرن جي پيرن ۾ ئي ستو رهيو.

انهن پيرن کين آفيم جهڙو نشو ڏنو ته هو رڳو پيرن جي خدمت ڪن ۽ اهي ئي ڪين ڇونڪاري جو واحد سبب آهن. سنڌ ۾ خاص منصوبي تحت سنڌين کي پير پرستيءَ ۾ جڪڙي انهن کي بغاوت کان پري رکيو ويو.

سنڌ ۾ صوفيت سبب سنڌي ماڻهن جو راڳ ڏانهن لاڙو وڌيڪ رهيو آهي پيرن جا آستانا هجن يا سنڌي ماڻهن جون اوطاقون، اتي راڳ رهاڻيون ضرور ٿينديون رهيون آهن ۽ سنڌي ماڻهن راڳ کي هميشه اپنايو آهي.

اهو ئي سبب آهي جو سنڌي ماڻهن تائين سجاڳي ۽ بغاوت جو مواد شاعرن ذريعي ئي پهتو آهي. سنڌي شاعرن سنڌي ماڻهوءَ جي ان نفسيات کي سمجهندي بيداريءَ جو پيغام هنن تائين پهچائڻ لاءِ شاعريءَ جو سهارو ورتو آهي. حيدر بخش جتوئي جهڙي سياسي ذهن به شاعريءَ جو سهارو ورتو ۽ هارين ۾ سجاڳي آڻڻ لاءِ بهترين ۽ شاهڪار نظم سرجيا ۽ اهوئي سبب آهي جو هارين ۾ بيداري پيدا ٿي ۽ هنن بغاوت جو جهنڊو جهولايو ۽ سنڌ هاري ڪميٽي هيٺ ڪافي ڪاميابيون به حاصل ڪيون ۽ وڏيري جي ظلم مان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ وکون به وڌايون.

سنڌ ۾ هارين جي حقن ۽ هارين کي بيدار ڪرڻ ۾ ڪافي شاعرن جو رول رهيو آهي جن ۾ گدائي جو رول اهم آهي.

گدائي جيئن ته خود هاري طبقي مان هئو ان ڪري هن کي هارين جي نفسيات جي ڄاڻ هئي. هنن تي ٿيندڙ هر ڏاڍ جو هو اکين ڏٺو شاهد هئو، هن کي ان بابت وڏو مشاهدو هئو ۽ جڏهن هن وٽ شاعريءَ جهڙي ڏات ۽ ڏانءُ هئو تڏهن هن ان ڏات ۽ ڏانءُ مان فاعدو وٺندي هارين مٿان ٿيندڙ هر ڏاڍ جو منظر انهن هارين جي ئي عام فهم لفظن، اصطلاحن ۽ پهاڪن ۾ چٽي سندن آڏو آندو ۽ انهن هارين جڏهن پنهنجي اکين آڏو اهو منظر ڏٺو ته هنن جي دل تي وڏو اثر ٿيو ۽ هو لچي اٿي پيا ۽ حقن جي

حاصلات لاءِ بغاوت جو جهنڊو کنيو.

گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ گهڻو هارين کي چٽيو آهي. گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ هاريءَ کي هميشه همٿائڻ جي ڳالهه ڪئي آهي. هاريءَ جي محنت، هاريءَ جي عظمت، انهن جي طاقت جي ڄاڻ جڏهن اصل لفظن ۾ انهن جي ئي زباني گدائي پنهنجي شاعريءَ ذريعي هارين آڏو رکي ٿو ته هاري گدائي کي پنهنجو همدرد ڄاڻي اٿي پئي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح گدائي پنهنجي ڪارج ۾ ڪامياب وڃي ٿو.

گدائي هارين ۾ ٻن طريقن سان ڪم ڪيو هڪ ته هو عملي طور هارين سان گڏ رهيو ڇاڪاڻ ته هو هڪ وڏيري جومنشي به رهيو جتان هن وڏيري هٿان هاريءَ تي ٿيندڙ ظلم جو عملي مشاهدو ماڻيو ۽ اهو ڏٺو ته هاري ان ظلم مان نجات ڪيئن حاصل ڪري سگهي ٿو. بعد ۾ گدائي وڏيري جي ظلم سبب سندس نوڪري ڇڏي ويو.

ٻئي طريقي سان گدائي شاعريءَ ذريعي هاريءَ لاءِ ڪم ڪيو. گدائي جي شاعريءَ ۾ هاريءَ لاءِ اسان کي ٻه ڳالهيون اهم نظر اچن ٿيون. هڪ ته گدائي هاريءَ کي پنهنجي طاقت جي اندازي بابت ٻڌائي ٿو ٻيو ته گدائي هاريءَ کي بيدار ڪندي اتساهي ٿو. اهي ٻه ڳالهيون آگاهي ۽ بيداري، همٿائڻ گدائي جي سڄي شاعريءَ ۾ جابجا نظر اچن ٿيون جيڪي تمام گهڻيون اهم به آهن.

گدائي هاريءَ کي پنهنجي محنت ۽ ان جي عظمت، همت ۽ حوصلي جي ڳالهه ڪندي پنهنجي شاعريءَ ۾ منظر چٽي هن آڏو آڻي ٿو.

> خبر پئي آهي ڪا توکي ته تنهنجو محنتي بازو،
> زمين چيري، منجهائنس لعل ۽ گوهر ٿو اُپائي؟



بيابان گلزار ڪنهن جي بدولت؟
هي منڊيون ۽ واپار ڪنهن جي بدولت؟
اناجن جا انبار ڪنهن جي بدولت؟
هي پوتار، سردار، ڪنهن جي بدولت؟
پگهر آهي مزدور هاريءَ جو سارو،
حقيقت ڪان جو بي خبر آهي يارو.



ٻچا تنهنجا بکون ڪاٽن، مرن سردي ۽ پاري ۾،
وڏيرو تنهنجي دولت تي، مگر رنڊيون نچائي ٿو.
اوهان جي ووٽ تي، پهچي وڃي ٿو هو وزارت تي!
هوا بندر ۽ بندر روڊ تي موجون منائي ٿو!

"وڏيري جي هيئت" نظم ۾ گدائي هاريءَ کي وڏيري جي پرڪارن بابت آگاهي ڏي ٿو.

ڪچهريءَ ۾ ڊاڪو ۽ پڙوار هائي،
اکاڙن ۾ ڪتا ۽ سوئر وڙهائي،
شب و روز چڪلن ۾ ڪيريون نچائي،
ڪمائي غريبن جي هر دم لٽائي،
وڏيري جي هيئت به آهي نرالي!
تمنچو کچيءَ ۾، ڪلهن ۾ دونالي!

انهيءَ نظم جي هڪ ٻئي بند ۾ گدائي وڏيري جي اصل هيئت جو واضح مثال هيئن ڏنو آهي.

نمڪ هو صبح شام، هاريءَ جو کائي،
بدن تي هو ڪپڙا به ڪڙميءَ جا پائي،
مگر ڪيس شب و روز، بيگر وهائي،

وري ڪيس هڪ سوُ ذهن ۾ اڙائي،

وڏيري جي هيئت به آهي نرالي!

تمنچو ڳچيءَ ۾ ڪلهن ۾ دونالي!

هاريءَ تي ڏاڍ ۽ ظلم رڳو وڏيرو ئي نه ٿو ڪري پر وڏيري جو ڪمدار ته وڏيري ڪان به اڳيرو هوندو آهي. وڏيري کي هاريءَ تي حاوي رکڻ ۾ ۽ مٿس ڏاڍ ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ڪمدار جو آهي. گدائي ڪمدار سان به اهڙي نفرت ڪري ٿو جهڙي وڏيري سان. گدائي پنهنجي نظم "احوال وطن" ۾ ڪمدار کي وڏيري جو ڀاڱي ڀائيوار ڪندي هيئن ظاهر ڪري ٿو.

سڄي سال جي ڪن مشقت ڪمايون،

پلئه ڪين تن جي پون چارپايون،

اڇن تن تي ڪمدار پادر پسايون،

نڪمن جا ڪتا به ڪائن ملايون،

تڪر پور ڪونهي، ته محنت ڪشن ڪي!

ڇچين هم وطن ٿو ڇا منهنجي وطن کي؟

هاريءَ تي جتي وڏيرو ۽ ڪمدار ظلم ڪري رهيو آهي اتي ملان به وڏيري جو ساٿاري آهي. وڏيرن پاران ملندڙ ٽڪرن جي عيوض ملان هميشه هاريءَ کي پنهنجي مقصد جا واعظ ٿو ٻڌائي ۽ هاريءَ کي هميشه انڌاري ۾ رکڻ جا پورا پورا سامان تيار ڪندو ٿو رهي.

اهڙي ملان کي گدائي ڀڻ ننديو آهي. گدائي هاريءَ کي ملان ڪان خبردار ڪندي، ملان جا پرڪار ڏيکاريندي چئي ٿو.

وڏيرن جو ڪرايه دار ملا، روز جمع تي،

ڪري تقدير جو واعظ توکي اُلو بڻائي ٿو!

ٻڌائي ڪين ٿو نسخو، اوهان کي زندگي وارو!

فقط روز نمازن جو سبق توکي پڙهائي ٿو!

گدائي جتي پنهنجي شاعريءَ ۾ هاريءَ جي مظلوميت ۽ مٿن ٿيندڙ ڏاڍ جا عڪس چٽيا آهن اتي منجهن بيداري جا ڏس به ڏنا آهن.

ووٽ مظلوم طبقي جو هڪ اهڙو هٿيار آهي جنهن سان مظلوم هاري پنهنجي لاءِ هر قسم جو دفاع ڪري سگهي ٿو. پر افسوس جو هن کي ان هٿيار جي اهميت جي پروڙ ئي ناهي يا ڪيس ان هٿيار سان پنهنجو دفاع ڪرڻ نه ٿو اچي.

وڏيرو هونءَ ته هاريءَ تي هر قسم جو ڏاڍ ڪندو آيو آهي پر اليڪشن جي موسم ۾ وٽن وڃي ووٽ گهرندي هنن جو هڏ ڏوکي هئڻ جو ڊرامو رچائيندو آهي ۽ هنن کان ووٽ گهري، وڏا وڏا واعده ڪري ڪم ڪڍي وڃي وزارت ماڻيندو آهي پر پوءِ بعد ۾ هو وري ساڳيو وڏيرو پڻجي کين سڃاڻيندو ئي ڪونهي.

وڏيري کي خبر آهي ته هو هاريءَ جي ووٽ کان سواءِ ڪامياب ٿي نه سگهندو ان ڪري هاريءَ کي ريجهائڻ لاءِ هو پاڻ سان گڏ ملان مولوي سيد وٺي وٽن پهچي ٿو. اهڙي ئي صورتحال ڏسي گدائي هاريءَ کي خبردار ڪيو آهي.

ڪري ووٽ خاطر، سوين پير پاڙي،
مگر هونءَ اچي ڪين هاريءَ جي پاڙي،
اليڪشن جا واعده، اصل ڪونه پاڙي،
وٺي ميڙ چوندن ۾ تڏا لتاڙي.

گدائي اهڙو منظر هڪ نظم "پوتار نڪري پيا" ۾ به چٽيو آهي، اهو نظم گدائي ١٩٣٦ع ۾ لکيو هئو پر اڄ جي ساڳي صورتحال ڏسندي هيءُ نظم اڄ جو لکيل ٿو ڏسجي ان نظم جا ٽي بند ته پسو.

ڇهن سالن اندر ڪوئي نه هاريءَ کان پڇڻ آيو،
هزارين اڄ مگر هاريءَ سندا حقدار نڪري پيا!

اوهان جي ووٽ تي ڏاڙو ھٽڻ جي لاءِ اڄ هاري،
سوين ملا، مشائخ، مولوي چوڌار نڪري پيا!
ڪڏهن اجلاس جي اندر نہ ورتئون نانءُ هاري جو،
هزارين ۾ وري اڄ ووٽ جا حقدار نڪري پيا!

اڳتي هلي گدائي هاريءَ کي خبردار تہ ڪري ٿو ۽ موقعي جي نزاڪت کي سمجهڻ جي هدايت تہ ڏي ٿو ۽ پنهنجي ووٽ جي هٿيار جي ڪيس اهميت ٻڌائي ٿو ۽ صحيح ووٽ ڪرڻ جي تلقين ٿو ڪري. گدائي هاريءَ کي ٻڌائي ٿو تہ اهوئي موقعو اٿي ۽ اهو ئي صحيح وقت اٿي، ظلم جي آڙاهہ مان نڪري آزاد فضا ۾ ساهہ کڻڻ جو

وري سند آئي، خبردار هاري!
ڪٽي چار نڪتا، پراڻا شڪاري!
سندءِ ووٽ جا هي، بکيا ۽ بڪاري!
ڪندا تنهنجي ڪچلڻ جي پوري تياري!

سمهڻ توکي سک سان ڪڏهن ڪين ڏيندا
اهي تنهنجا وڻ پي وڃائي چڙيندا.



دوباره جي دوکي ۾ نادان ٿيندين،
خواري ۽ ذلت ۾ حيران ٿيندين،
اڃا پي زياده پريشان ٿيندين،
وري ووٽ ڏيئي پشيمان ٿيندين،



اٿئي وقت هاڻي جي هوشيار ٿيندين،
۽ خطري کان ساڻي خبردار ٿيندين،
جي خود ووٽ جو مختار ٿيندين،

يقينن حڪومت جو حقدار ٿيندين،

ڏيئي ووٽ پنهنجن کي ڪر بادشاهي،

وگرنہ قريب آهي ساٿي! تباهي.

اليڪشن جي دور ۾ ووٽ وڪامي بہ وڃن ٿا ۽ ابوجهہ ۽ سادن ماڻهن کان ووٽ کسيا ۽ ڦريا بہ وڃن ٿا جنهن ڪري، ووٽ صحيح نموني استعمال ٿي نہ ٿو سگهي ۽ نتيجي ۾ نا اهل ماڻهو ڪامياب ٿيو وڃن جيڪي عوام لاءِ آزار ثابت ٿيو ٿا پون.

گدائي اهڙي موقعي لاءِ نظم خبردار هاري لکيو جنهن جو هڪ بند هيٺ ڏجي ٿو جنهن ۾ گدائي هاريءَ کي خبردار ڪيو آهي.

گدائي جي گفتن تي ويچار ڪر تون!

پلائن ۽ پئسن تي هرگز نہ مر تون!

جو پيرن کان پيرن جو ونندين نہ ڦر تون!

وڃائج نہ اڄ ووٽ پنهنجا اجايا،

خبردار هاري! جو پوتار آيا!

پراڻا شڪاري ڪٽي جار آيا!

سنڌ ۾ اسان جي هاريءَ کي پنهنجي ووٽ جي صحيح طاقت جي خبر گهٽ آهي جنهن ڪري هو وڏيري ڪمدار ۽ ملان جي چوڻ تي اکيون ٻوٽي ووٽ جو استعمال ڪري ٿو، اهڙي ووٽ جي صحيح طاقت گدائي هاريءَ کي ٻڌائي ٿو.

ووٽ حڪومت کي ٿو ناهي، ووٽ وزارت کي ٿو ڍاهي

ووٽ ۾ ساري طاقت آهي، ووٽ نہ ڪر بيڪار،

سمورو تنهنجو هي سنسار!

هاري ڀاڻ بکون ڪاٽي ڪائنات کي روزي رسائي ٿو، پر پاڻ پنهنجي محنت جو ثمر حاصل نہ ٿو ڪري سگهي. گهٽ وڌ جي هن سماج ۾ جيڪو محنت

ٿو ڪري ان ڪي اجورو نہ ٿو ملي، اهو محنتي ماڻهو هميشہ پيڙبو رهي ٿو هن ڪي پنهنجي محنت جو ڦل نہ ٿو ملي.

گدائي اهڙي سماج ۾ اهڙي نا انصافي ڏسندي خدا ڪي ڏوراپو ڏيڻ کان رهي نہ ٿو سگهي.

بکون ڪاٽي زماني کي اهي روزي رسائن ٿا،
مگر افسوس! محنت جو ثمر هو ڪونہ کائن ٿا.

☆

دنيا ۾ غريبن جو فرياد ڪيسين؟
عياشيءَ جا اڏا هي آباد ڪيسين؟
خدائي ۾ تنهنجي هي بيداد ڪيسين؟
هي پورهيت نياڻا ۽ ناشاد ڪيسين؟
ڪڏهن غيرت حق ۾ طوفان ايندو؟
ڪڏهن ظلم بيداد برباد ٿيندو؟

☆

زميندار ڪڙميءَ جي کائي ڪمائي!
الائي جي ڪتان جو هي دستور آهي؟

☆

ڇو ڀگهر جي پورهئي تي هتڙي، ڦرمار لڳل ڇوڌاري آ؟
الله جي ڌرتي تي ساٿي! پئسي جي اجارا داري آ؟
ڇو بخت نڪمي جو روشن، مزدور جي قسمت ڪاري آ؟
زردار وڏيرو موجن ۾، بيمار ۽ بي گهر هاري آ!

☆

خوشي ۽ عيش و راحت سڀ، ميسر خاص ماڻهن کي،
مگر مزدور ۽ هاريءَ کي، نه آهي ڪو قرار آيو.

اتي گدائي هاريءَ بابت دنيا کي ٻڌائڻ چاهيو آهي ته جڏهن اهي باخبر ٿيا ته هٿن ۾ هتوڙا ۽ ڏاٽي سنڀالي ٻاهر نڪتا ته پوءِ دنيا ۾ وڏا انقلاب اچي ويندا.

غريبن جون آهون ۽ فرياد ڪيسين؟
هي پورهيت نياڻا ۽ ناشاد ڪيسين؟
هي ڏاڍن جا هيٺن تي بيداد ڪيسين؟
هي هاري ۽ مزدور برباد ڪيسين؟

جڏهن هي حقيقت کان آگاهه ٿيندا،
وڏا انقلاب دنيا ۾ ايندا.



خدايا وڏيرن جو بيداد ڪيسين؟
ڪسانن جون ڪيهون ۽ فرياد ڪيسين؟
ڪمائي غريبن جي برباد ڪيسين؟
هي پورهيت نياڻا ناشاد ڪيسين؟

اچي ٿو غريبن ۾ شان جلالي!
مزدورن هٿوڙو ۽ ڏاٽي سنڀالي!

گدائي جي شاعريءَ ۾ جيئڻ متي بيان ڪيو اٿم ته بيداري ۽ اتساهه جو عنصر تمام گهڻو آهي هيڻ گدائي جي شعرن ۾ اهي عنصر چٽا نظر اچن ٿا.

اٿ خوشنصيب دهقان، آيو سنڌ ۾ زمانو،
تڪڙو ٿري زهيو آ دنيا جو ڪارخانو،
هر هڪ زبان تي آهي اڄ تو سندو ترانو،
تنهنجي مصيبتن جو دنيا ۾ آ افسانو،

ابر بهار ٻڌجي، دنيا تي ڇانئجي وڃ!

اٿ با وقار بڻجي دنيا تي ڇانئجي وڃ !



سستي ڇڏي ڏي سادا، بيدار ٿي اٿي پئو،
فرعونيت جي سامهون، تلوار ٿي اٿي پئو،
غفلت ڇڏي ڏي غافل، هوشيار ٿي اٿي پئو،
هاري هڪل ڪري تون، حقدارٿي اٿي پئو،
تنهنجو نصيب آهي دنيا سندي حڪومت،
اٿ دور ڪر جهان مان سرمايه داري لعنت.
ذلت ڪان جلد نڪري، اٿ با وقار ٿي وڃ !
هستي جي سرو ورق جو نقش ونگار ٿي وڃ !
گم نام ٿي نه نادان اٿ آشڪار ٿي وڃ !
امن امان جي دنيا جو تاجدار ٿي وڃ !
پرزا ڪري ڀڃي ڇڏ، هي ڪاسهء گدائي !
ساري جهان جي هاڻي اٿ ڪر ڻون رهنمائي !

ان ڪان علاوه نظم "خبر ڀي آهي ڪا توکي؟"، "يلغار"، "سمي تي سيارو سمي تي بهاري" به اهڙا نظم آهن جن ۾ پڻ بيداري ۽ اتساهڻ جا عنصر مليل جليل آهن انهن نظمن جو هڪ هڪ بند هيٺ مثال طور ڏجي ٿو.

نه لڳ دشمن جي دلبي تي ذرا هوشيار ٿي ساٿي !
زمانو آهي تنهنجو، اٿي بيدار ٿي ساٿي !



يلغار ڪري چڙهه ڪوٺن تي، جت ظلم و ستم جو ديرو آ !
اٿ دور افق تي ٻاڪ ڦٽي ڏس اڀريو لال سويرو آ !



سجو ديس آرس پيچي آهي جاڳيو،

ڪسانن آ ڪوڏر ڪھاڙي سنياري.

گدائي هارين لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو ۽ هنن لاءِ پاڻ پتوڙيو هن جي خواهش هئي ته هاري جيڪو سردي گرميءَ ۾ لوڙي ڪائنات کي سکيو ستابو رکي ٿو سو پاڻ به سکيو ستابو ٿئي، آزاد رهي، ڏاڍ ڏمر مٿس نه رهي پر گدائي جي زندگيءَ ۾ ايئن ٿي نه سگھيو پر هن آخري گھڙين تائين اهڙي اميد ضرور رکي ته اهڙو واءُ ضرور گھلندو جو سانگيئڙا سک جو ساهه کڻندا، خوش ٿيندا.

نيٺ گدائي ٻارڻ ٻرندا!

مظلومن جا وارا ورندا!

ڪندن مان ئي قول اپرندا!

ظالم سڙندا ڳرندا مرندا!

سانگي ٿيندا شاد، دنيا ۾ نيٺ ته ٿيندو داد!



# گدائي جي شاعريءَ ۾ ادبي صنعتون

سنڌي شاعريءَ ۾ تمام گهڻيون خوبيون موجود آهن، جيڪي چڱيءَ طرح اڀياس ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿين ٿيون.

سنڌي شاعري فنيءَ ۽ فڪري لحاظ سان ڳاٽ اوچو ڪيون بيٺي آهي. سنڌي شاعريءَ تي تحقيق ڪندڙ اهو چڱيءَ طرح ڄاڻن ٿا ته سنڌي شاعريءَ ۾ ڪيتريون خوبيون اهڙيون آهن، جن تي اڃا قلم نه کنيو ويو آهي. جيڪڏهن قلم کنيو به ويو آهي ته اهو رڳو نشاندهي لاءِ کنيو ويو آهي.

سنڌيءَ شاعريءَ ۾ بين خوبين سان گڏ هڪ خوبي "ادبي صنعتون" به آهي. جنهن تي تحقيق ڪندڙن مفصل نموني سان ڪم نه ڪيو آهي.

شاعري هڪ ته وسيع علم آهي ۽ پيو ته ان کي جاچڻ لاءِ ان جي گهرائيءَ ۾ وڃڻ ضروري آهي ان سڄي علم ۽ ان جي گهرج کي جاچڻ لازمي آهي نه ته شاعريءَ سان نياءُ ڪري نه سگهبو.

ادبي صنعتون هڪ اهم موضوع آهي جنهن جي ڄاڻ هر شاعر توڙي محقق لاءِ لازمي آهي تڏهن ئي وڃي هن موضوع سان نياءُ ڪري سگهبو. ادبي صنعتن جي استعمال سان شاعري نکري نروار ٿئي ٿي ۽ خيال يا موضوع کي بيان ڪرڻ ۾ سولائي ڪري ٿي ۽ پڙهندڙ محظوظ ٿئي ٿو ۽

شاعر جي گھڻي ڄاڻ جي خبر پئي ٿي. ۽ هونءَ به شاعر جي معنيٰ ئي آهي ڄاڻڻ وارو. پوءِ جيسيتائين شاعر وٽ ڄاڻ نه هوندي ته هو شاعر ڪيئن ٿي سگھندو.

شاعر ٻن قسمن جا هجن ٿا هڪڙا ذوقي ۽ ٻيا صناعي. صناعي شاعر علم عروض مطابق شعر سرجندا آهن. علم عروض جي ماهرين سبب شعرن ۾ ادبي صنعتون جو استعمال ججھو ملي ٿو.

سنڌ جا ڪوڙساترا شاعر اهڙا آهن جن جي شاعريءَ ۾ ادبي صنعتون نهايت ئي صاف ۽ ججھيون ملن ٿيون جن جي ڪري سندن شعر ۾ وزن، پختائي ۽ طاقت اهڙي رهي ٿي جو ٻڌندڙ يا پڙهندڙ جلد ئي ذانهن راغب ٿين ٿا.

سنڌ جي عوامي، قومي ۽ انقلابي شاعر گدائي جي شاعريءَ تي تحقيق ڪرڻ سان پتو پئي ٿو ته سندس شاعريءَ ۾ به ادبي صنعتون موجود آهن جنهن مان سندس گھڻ ڄاڻ هئڻ جي خبر پئي ٿي ته گدائي شاعريءَ متعلق ڪيڏي نه ڄاڻ رکندڙ شاعر هئو.

گدائي جيئن ته عوامي شاعر هئو، سو هن جو ڌيان رڳو عوام ڏانهن هئو پر پنهنجي عوام جي ڳالهه هن پختي فن ذريعي ڪئي آهي. جنهن ڪري هن شاعريءَ جي فن بابت گھڻي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ به پاڻ پتوڙيو ته جيئن عوام تائين پنهجن خيالن کي ڪاميابي سان پهچائي سگھي.

هونءَ ته ادبي صنعتن جو تعداد ججھو آهي پر گدائي صاحب جا چند شعر ڳولي هتي ڏجن ٿا جن مان ادبي صنعتن جي خبر پئي ٿي. هيٺ گدائي جا ۽ ادبي صنعتن متعلق مختصر ڄاڻ ڏجي ٿي.

### ١ـ فصاحت ۽ بلاغت:

فصاحت ۽ بلاغت اهڙي ادبي خوبي آهي جنهن مطابق شعر ۾

رواني ۽ ردم جو هئڻ ضروري آهي. اهڙو شعر جنهن جي پڙهڻ سان زبان ۾ اٽڪاءُ محسوس نه ٿئي ۽ شعر رواني سان پڙهي وڃجي. شعر ۾ لفظ وقت ۽ حال جي مطابق استعمال ٿيل هجن. شعر ۾ شاعر جا جذبا، حقيقت جي عڪاسي اثرائتي انداز سان ٿيل هجي جنهن جي ڪري شعر جو پڙهندڙ يا ٻڌندڙ پنهنجو ڌيان ان شعر ڏانهن ڇڪائي سگهي.

فصيح ۽ بليغ شعر ۾ اهڙا جملا استعمال ۾ نه اچن جيڪي ورجيسن توڙي محاورن جي برخلاف هجن ۽ نه ئي اهڙا جملا هجن جن جو مطلب يا مراد سمجهڻ مشڪل ٿي پئي ۽ پڙهندڙ کي انهن کي سمجهڻ لاءِ متا ڪٽ ڪرڻي پئي.

شعر ۾ لفظ، لفظ سان جڙيل هجي ۽ جملي ۾ اهي لفظ ماڳائتا ۽ محل موقعي تي ڪم آڻجن نه ته شعر بلاغت کان نڪري ويندو. شعر ۾ وزنائتا لفظ ۽ عمديون معنائون، سٽ ۾ موضوع جي بيهڪ سهڻي هئڻ ضروري آهي. اهي سيئي وصفون آهن فصيح ۽ بليغ شعر جون.

گدائي جا هيٺ اهڙا فصيح ۽ بليغ شعر ڏجن ٿا جن ۾ مٿيون سيئي وصفون موجود آهن.

سمو ڪو اهڙو اچي، اهڙو اهتمام ٿئي،
الاهي رسمِ محبت، جهان ۾ عام ٿئي.



اچا ته پونئر ڪارا چوسن لهو ٿا مڪڙين جو،
ڪري گلن جو ٿو گلچين به هت شڪار اچا.



قربان گدائي يار اُتون، سو ناز پري رفتار اُتون
مين گهول وڃان گفتار اُتون، اهي سهڻي ڳالهه سڻاوڻ تون

مين صدقي نينهن نياوڻ تون.

گدائي جي مٿين شعرن کي پڙهڻ سان هڪ ته شعرن ۾ شاعر جي جذبن جي عڪاسي ٺيل نظر اچي ٿي ۽ پيو ته انهن ۾ رواني ۽ ردم ايترو آهي جو پڙهڻ سان زبان ۾ اٽڪاءُ بلڪل به محسوس نه ٿو ٿئي.

## ٢ـ تشبيهه:

هونئَ ته اشارو، ڀيٽ ڪرڻ يا مشابهت کي تشبيهه چئبو آهي پر تشبيهه سان گفتگو کي وڌيڪ زوردار، اثرائتو ۽ آساني سان سمجهه ۾ ايندڙ بڻائي سگهجي ٿو.

هونئَ تشبيهه جا ڪي جز يا ارڪان به ٿيندا آهن. مثال طور مشبه، مشبه به، وجه شبه، غرض تشبيه، حرف شبه.

اڄ پيي پاڻيءَ لئه پنهواريون،
ڪري هلن ٿيون ڪونج قطارون،
سرتين جا سينگار، اڃا به ساڳيا ڙي.



قطره پگهر جا چاهه ذقن تي ڏسي چيم،
صحنِ چمن ۾ حوض ڀريل آ گلاب جو.



تنهنجا طعام عمر مون کي ڪين وڻن،
رس زهر لڳي ٿي انارن جي.

## ٣ـ مذهبي شعر:

جنهن ۾ شاعر پنهنجي خدا يا ان جي رسول ۽ امام حسن يا امام حسين جي شعرن وسيلي تعريف وغيره ڪري يا وري ڪي پيا مذهبي مسئلا

ڪٽي.

ڪلام ان جو هدايت آهي بيشڪ هر زماني ۾،
چراغِ راهه جنت ۽ صراط مستقيم آهي.



احمدؐ مرسل جو پروانو زمانو ٿي ويو،
باغ يثرب بلبلن جو آشيانو ٿي ويو.



ٻاهتر آدمي ۽ لشڪر جرار جي سامهون،
حسينِ ابنِ عليؑ، باطل سندي تلوار جي سامهون.



حسين ابن علي جي هئي عاليشان قرباني،
بشر جي زندگي جو ڪارنامو آهي لاثاني.

## ۴_ ڪلام بديع:

جنهن شعر ۾ ادبي خوبيون ۽ ترڪيبون استعمال ٿيل هجن ٿيون اهو شعر سندر ٿي پوندو آهي ۽ پڙهندڙ توڙي ٻڌندڙ جو ڌيان ڇڪائيندو آهي.

بديع جا ٻه قسم هوندا آهن هڪ صنائع لفظي ۽ ٻيو صنائع معنوي.

صنائع لفظي جي معنيٰ آهي ادبي ڪاريگريون جيڪي لفظن ۾ رکيل هونديون آهن. صنائع لفظي سان لفظن ۽ جملن ۾ سونهن ۽ سوڀيا پيدا ٿيندي آهي. صنائع معنوي سان معنائن ۾ خوبي ۽ محبوبي پيدا ٿيندي آهي.

اديون آءُ اڻ ڄاڻ، مدين سڱ سڄاڻي نه ڪيو،
پرڏيهين جي پريت جي، هڏ نه هئي ڪا ڄاڻ،
آڏيءَ رات اُٿي ڪندا، لڪي لڏ پلاڻ،
آيل، آريءَ ڪاڻ، اڄ ڏونگر ڏورڻ آيو.

## ۵_ صنعت ارصاد:

شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ آسان لفظ استعمال ڪندي پنهنجي مقصد کي اهڙيءَ ته سولائي سان بيان ڪندو آهي جو پڙهندڙ سندس شاعريءَ جي پهرين ٿي مصرع پڙهڻ يا ٻڌڻ سان ٻي مصرع جو مقصد سمجهي ويندو آهي.

يا وري شعر ۾ قافيوجيڪو ڪم آڻبو آهي اهو عام يا اهڙو هوندو آهي جو پڙهندڙ توڙي ٻڌندڙ پهرين مصرع جي قافيي پڙهڻ يا ٻڌڻ سان سمجهي سگهندو آهي ته ٻي مصرع جو قافيو ڪهڙو يا فلاڻو هوندو. يعني هن صنعت هيٺ قافيه جاندار ۽ هڪٻئي سان ٺهڪندڙ هوندا آهن.

هيءَ رات ڪٽڻ تي آئي آ باقي به گذاري ويندا سين،
پر ويندي ويندي سنڌڙيءَ جي سينڌ سنواري ويندا سين.



ٻاجهارن جي ٻولي مٺڙي،
جيجل واري لولي مٺڙي،
پيار ڀري آ جهولي مٺڙي،
جنهن ۾ ماڪيءَ ڪنڊ مناڻ،

سنڌ سڄي آهي سرهاڻ.

انهن ڪان علاوه گدائي جي شاعريءَ ۾ ٻيون صنعتون به موجود آهن مثال طور صنعت ايهام، صنعت تجنيس تام، صنعت تجنيس ناقص، صنعت تجنيس زائد، صنعت تلميع وغيره.



# گدائي جي شاعريءَ ۾ تشبيهن جو استعمال

سنڌي شاعريءَ جو مطالعو ڪجي ٿو ته خبرپئي ٿي ته تمام وڏن ۽ سٺن شاعرن پنهنجي تمام گهڻي ڪلام ۾ تشبيهن جو استعمال تمام گهٽ ڪيو آهي. جيئن ساميءَ جي شاعريءَ ۾ وڌ ۾ وڌ ٢٠ تشبيهون ملن ٿيون. اهڙيءَ طرح سنڌ جي عوامي شاعر گدائي جي شاعريءَ ۾ به اسان کي وڌ ۾ وڌ ١٦ يا ١٧ تشبيهون نظر اچن ٿيون.

گدائي جي ڪلام جا ٽي مجموعا سنڌس زندگيءَ ۾ ڇپجي نروار ٿيا. ٽن مجموعن ۾ تمام ججهي مقدار جي ڪلام ۾ ايتريون گهٽ تشبيهون مليون آهن جو لڳي ٿو ته گدائيءَ جهڙي وڏي شاعر ان طرف ڌيان ئي نه ڏنو آهي.

گدائي جو ڪلام وڏين خوبين سان ڀريو پيو آهي پر افسوس جو هن جي ڪلام تي ڪا خاص تحقيق نه ڪئي ويئي آهي، ٿورن ليکڪن سنڌس زندگيءَ ۾ ڪلام تي ڪجهه لکيو آهي جيڪو به نه هئڻ جي برابر آهي.

مان جڏهن گدائي جي شاعري پڙهڻ شروع ڪئي ته مون کي منجهس بي شمار خوبيون ۽ بي انداز موضوع نظر آيا. سوچيم گدائيءَ جهڙي

اعليٰ پائي جي شاعر جي شاعريءَ مان اهڙا موضوع چونڊي، انهن تي ڪجهه آڪر لکي ڪتاب شايع ڪرائجي. سو ان ڪم ۾ هڪ دشواري ته اها ٿي جو سندس ٽئي مجموعا گڏ ڪندي ڪافي وقت لڳي ويو، ڇاڪاڻ ته سندس ٽئي مجموعا مارڪيٽ مان گم آهن ۽ هاڻي ته لائبريرين ۾ به نه ٿا ملن. بهر حال ڪجهه دوستن (س ب ڪوسو، عباس سارنگ، افتخار شاهين سومرو ۽ فتاح عابد) جي مهربانين سان گدائي جا ٽئي مجموعا گڏ ڪري ورتا ۽ جڏهن سندس سموري شاعري پڙهي ته مان حيران ٿي ويس ته وڏين خوبين واري شاعريءَ تي ڪجهه به نه لکيو ويو آهي.

بهرحال گدائي جي شاعريءَ تي لکڻ لاءِ سندس شاعريءَ ۾ هن جا جيڪي خيال آهن انهن کي ڳولي لکڻ شروع ڪيم. ۽ سندس" شاعريءَ ۾ تشبيهن جو استعمال" به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هونءَ به سنڌيءَ ۾ تشبيهن تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي ۽ نه ئي ڪو باقاعده ڪتاب موجود آهي.

تشبيهه دراصل شاعريءَ جي هڪ اهڙي خوبي آهي جيڪا شعر کي خوبصورت بڻائي ٿي ۽ خيال کي سگهارو ۽ پڙهندڙ لاءِ دلچسپي پيدا ڪري ڪيس شاعر جو بيان ڪيل مطلب آسان بڻائي ٿي.

تشبيهه جي معنيٰ آهي پيٽڻ، هڪ شيءِ کي ٻي شيءِ جهڙو بيان ڪري سمجهائڻ.

تشبيهه ڏاڍو ڏکيو فن آهي، هن جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي نه ته شاعريءَ ۾ هن جواستعمال ڪري نه سگهبو، ڇاڪاڻ ته اسان جا ڪافي شاعر ڪنايو، استعارو کي به تشبيهه سمجهي شعرن ۾ استعمال ڪندا آهن جڏهن ته تشبيهه ۽ استعارو، ڪنايو جدا جدا شيون آهن.

انهيءَ ڪري تشبيهه کي باقاعده سمجهڻو پوندو. تشبيهه جا جيئن ته

جزا يا ارڪان پڻ ٽين ان ڪري هن ڪي سمجهڻ آسان نه چاتو ويي. تشبيهه سان گڏ ان جا جزا ۽ ارڪاڻ به سکٽا ۽ ياد ڪرٽا پوندا.

هونءَ تشبيهه جو بيان يا تشريح هڪ وڏو ڪم آهي ۽ هتي بيان ڪرڻ معنيٰ هيءُ مضمون وڏو ٿي ويڻ. هتي رڳو تشبيهه جا ڪي جزا يا ارڪان لکان ٿو جيڪي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي بيان ڪيا آهن

"مُشبه: جا شيءُ ڪنهن ٻيءَ شيءُ جهڙي ڏيکارجي.

مُشبه به: جنه شيءُ جهڙو ٻي شيءُ ڪي ڪري ڏيکارجي.

وجه شبه: جا صفت، مشبه ۽ مشبه به ٻنهي ۾ ليي.

غرض تشبيه: جنهن مقصد لاءِ، هڪڙي شيءُ ٻي شيءُ جهڙي ڪري ڏيکارجي.

حرف شبه: جنهن جي ذريعي مشبه ۽ مشبه به ڪي پاڻ ۾ ملائجي.

مثال: هي "پهلون شينهن جهڙو آهي." انهيءَ جملي ۾ "پهلوان" "مشبه" آهي "شينهن" "مشبه به". "طاقت" "وجه شبه"، پهلوان جي طاقت مندي ۽ پهلواني ڏيکارڻ غرض تشبيه، "جهڙو" "حرف تشبيه"."

مٿي تشبيهه جا ڪي جزا يا ارڪان بيان ڪيا ويا آهن جن کي سمجهڻ لازمي آهي. اهڙيءَ طرح تشبيهه جا ڪي نمونا به هيٺ ڏجن ٿا جيڪي به حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جا بيان ڪيل آهن.

"ملفوف: پهريائين به چار مشبّه آڻجن ۽ پوءِ ترتيبوار مشبه به.

مجمل: جنهن ۾ جيتوڻيڪ وجه شبه بيان ٿيل نه هجي، ته به آسانيءَ سان سمجهي سگهجي.

مفصل: اهڙي تشبيهه جنهن ۾ وجه شبه بيان ڪيل هجي.

قوي: جنهن ۾ مشبه ۽ مشبه به ته موجود هجن، پر حرف تشبيه ۽ وجه شبه بيان ڪيل نه هجن.

ضعيف: جنهن ۾ مشبه، مشبه به، حرف تشبيه ۽ وجه شبه سيي

موجود هجن.

ڪامل: اهڙي تشبيهہ، جنهن جي مشبه کي مشبه به ۽ مشبه به کي مشبه بنائي سگهجي.

ناقص: اهڙي تشبيهہ، جا بلڪل وهمي يا خيالي هجي، جنهن جو وجود ئي دنيا ۾ نہ هجي."

مٿي تشبيهہ جا ڪي نمونا ڏنا ويا آهن، جنهن جي ذريعي تشبيهہ کي سمجهڻ ۾ ڪافي رهنمائي ملي ٿي. تشبيهہ کي شعرن ذريعي سمجهڻ لاءِ گدائي جي شاعريءَ تي نظر وجهون ٿا.

گدائي جي شاعري پڪي، پختي، ويچارن سان ڀريل آهي. فن ۽ فڪر جي لحاظ کان بہ ڏٺو وڃي تہ گدائي جي شاعريءَ ۾ اسان کي فن ۽ فڪر خوبصورت ۽ صحت مند نظر اچي ٿو.

گدائي روماني ۽ قومي شاعريءَ ۾ جيڪي ويچار پيش ڪيا آهن يا جيڪي ڏس ۽ گس ڏسيا آهن انهن ۾ اسان کي فن ۽ فڪر نظر ايندي ڏسجي ٿو. گدائي جي شاعري ۾ اسان کي بيشمار خوبيون بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هن مسڪين مارن جي ڏکن تي لکيو آهي، انهن جي مجبورين، ڏکن، مسڪين حال کي هڪ تمام سهڻي نموني سان مصور جيان شاعريءَ جي ڪينواس تي چٽيو آهي تہ ظالم ۽ ڏاڍي کي وڏيءَ دليري سان نڌڙيو ٺوڪيو بہ آهي تہ انهن کي آئينو بہ ڏيکاريو اٿائين.

()ديس جي ڏٺين، نوجوانن کي قومي شعور ڀڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سندن همٿ بہ ٻڌائي آهي ۽ کين هر وقت همٿايو بہ آهي.

()گدائي جي شاعريءَ ۾ اسان کي سندس وڏي خوبي اها نظر ٿي اچي تہ هن جي سموري شاعري انسانيت جي پرچار ٿي ڪري، ۽ اهائي خوبي آهي جيڪا شاعر کي هميشہ لاءِ امر ڪري ٿي ڇڏي.

()گدائي جيئن تہ مسڪين جو پاسو ورتو آهي، ڏيهہ جي ڏڪايلن جي دردن جي تصوير چِٽي آهي، تيئن ئي هن ڏاڍي ۽ ظالم کي بہ ڪونہ بخشيو آهي انهن کي شاعري ۾ مختلف تشبيهون ڏيئي اسان جي سامهون آندو آهي.

جيئن سندس هن شعر ۾ هي تشبيهون هيٺي ۽ ڏاڍي لاءِ چيل آهن. عمر سومرو جيئن تہ مارئي کي قيد ڪري ساڻس زوري شادي تي ڪرڻ گهري جنهن کي سين ننديو آهي ۽ اهڙيءَ طرح عمر کي ڏاڍ ۽ ظالم جي علامت سمجهيو ويندو آهي ۽ مارئي کي مضبوط ارادن ۽ مارن سان سچي هئڻ جي ڪري مظلومن ۽ غريبن جي علامت سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري اسان جي سنڌي شاعرن کين علامت ڪري بہ پيش ڪيو آهي باز کي ڏاڍو ۽ گيري کي ڪمزور سمجهيو ويندو آهي اهڙيءَ طرح عمر ۽ مارئي کي بہ سنڌي شاعرن علامت طور پيش ڪيو آهي. گدائي بہ هينئن شعر ۾ عمر مارئي، باز ۽ گيري کي تشبيهہ ۾ هيئن بيان ڪيو آهي.

عمر پي اڪيچار ۽ ماروين بہ،
اجا باز ڏاڍو ۽ ڪمزور گيرو.

جڏهن عمر، مارئي کي قيد ڪيو تہ کيس ريجهائڻ لاءِ کيس، اعليٰ قسم جا وڳا، زيور ۽ طعام آڇيا پر مارئي ارادن جي پڪي، مارن سان پريت ۾ سچي هئي، ان ڪري هن عمر جي هر آڇ کي واپس ڪري ڇڏيو ۽ هر طعام کي زهر سمجهي موٽرائي ڇڏيو. ان منظر کي يا پل کي گدائي هيئن تشبيهہ ڏيئي پيش ڪيو آهي.

تنهنجا طعام عمر مون کي ڪين وڻن،
رس زهر لڳي تي انارن جي.

يعني انار جي ڳاڙهي رس کي زهر سان پيٽ ڏني وئي آهي.

پرين جي نيڻن کي ڪوڙ ساترن شاعرن ڪوڙ ساترين تشبيهن سان پيت ڪري شاعريءَ ۾ بيان ڪيو آهي، پرين جا نيڻ پاڻ لئہ تہ نيڻ ئي هوندا آهن پر عاشق لاءِ گهڻو ڪجهہ هوندا آهن. اهي ئي نيڻ ڪجهہ آٿت ۽ سڪون ڏيندا آهن تہ وري اهي ئي نيڻ ڪڏهن ڪين قتل بہ ڪري وجهندا آهن. شاعرن اهڙن نيڻن کي ڪڏهن خنجر، چاقو ۽ تلوار سان تشبيهہ ڏني آهي تہ ڪڏهن وري سڪون بخشيندڙ ڪو منظر.

هتڙي گدائي پرينءَ جي اک جي اشاري کي تلوار سان تشبيهہ ڏيندي چئي ٿو.

ابرن جي اشاري زخمي ڪيا هزارين،
بازار ۾ لڳي ويئي تلوار ويندي ويندي.

جتي پرين جي نيڻن کي مختلف تشبيهن سان پيش ڪيو ويو آهي اتي سندن زلفن، لبن ۽ ڳلن کي بہ مختلف تشبيهن سان پيش ڪيو ويو آهي. جيئن تہ گدائي پرينءَ جي زلفن کي سياهہ نانگ، لبن کي گلاب سان تشبيهہ ڏيندي هيئن پيش ڪيو آهي.

زلفون سياهہ نانگ يا سنبل جا گل ها،
ڳاڙهو لبن تي رنگ هو خونين گلاب جو.

پنهنجي محبوب جي چهري تي موجود ترن کي بہ شاعرن تشبيهن ۾ بيان ڪيو آهي، پر تمام ٿورا شاعر اهڙا آهن جيڪي پنهنجي محبوب جي چهري تي آيل پگهر کي بہ خوبصورت تشبيهہ ڏيئي سگهندا آهن. گدائي بہ محبوب جي چهري تي آيل پگهر کي ڪيڏي نہ خوبصورت تشبيهہ ڏني آهي.

قطره پگهر جا چاهہ ذقن تي ڏسي چيم،
صحن چمن ۾ حوض پريل آ گلاب جو.

محبوب جڏهن تيل قليل ڪري، چيلهہ تائين چوٽي ٻڌائي خوبصورت ڪپڙا

ڀهري، عطر لڳائي جڏهن ادائن سان چال چال ڏيئي گهمي ٿو ته اهڙن ادائن، سينگارن کي گدائي واسينگ جي ڏنگن سان ڀيٽي هيئن ٿو چئي.

تيل ڦليل ۽ چيليهن ۾ چوٽا،
ڪنجرن تي ڪاوا ۽ ڳوٽا،
واسينگن جا وار، اجا يي ساڳياڙي.

ڀهراڙيءَ جون نارِيون، جڏهن گهڙا کڻي پاڻي ڀرڻ لاءِ گهر کان نڪري قطار ڪري هلن ٿيون تڏهن شاعر کين ڪونجن جي قطار سان تشبيهه ڏيندي ڪيڏي نه خوبصورت منظر نگاري به پيش ڪري ٿو، گدائي اهڙو منظر هيئن چٽيو آهي.

اڄ پڻ پاڻيءَ لئه پنهواريون،
ڪري هلن ٿيون ڪونج قطارون.

يا وري ساڳئي ڪونج قطار جي تشبيهه هنين شعر ۾ پسو.

ڪونجن وانگر ڪري قطارون ٽڙ ڏي پاڻيءَ خاطر،
گهڙا ڏري سر گهر کان نڪرن، پرت منجهان پنهواريون.

جڏهن آڪاس تي آڳم اچن مڙي ۽ بجلي ڪري ڳجگوڙ، تڏهن برسات به پيٽجيو پوي. اهڙو منظر اکين آڏو هجي ۽ اهي اکيون هجن شاعر جون ته پڪ سان اهو منظر شعر ۾ چٽجي ويندو.

هيٺ جيڪو شعر پيش ڪيو ويندو اهو به اهڙي ئي منظر سان چٽيل آهي پر ان شعر ۾ جيڪا تشبيهه آهي ان جي مان لفظن ۾ تعريف به نه ٿو ڪري سگهان ۽ بيان به. گدائي جي اها ڪيڏي نه خوبصورت تشبيهه آهي.

جڏهن ڪنوڻ ڪلندي آهي ته آسمان مان ڪنوڻ جو منظر ڏسندي اهو به نظر ايندو آهي ته ڪنوڻ جتي نظر ايندي آهي اتان ڪنوڻ جون ڪيترين ئي سنهيون سنهيون لڪيرون ٽڙي پکڙجي وري گم ٿي ويندڻون آهن. ائين لڳندو آهي جڻ هنتر پيا لڳن. ڪنوڻ جڻ ته بادلن کي هنتر هڻي يا چهبڪ

هٽي بوندون برسائيندي آهي.

ان جهڙي تشبيهه شايد ئي ڪنهن شاعر جي شاعريءَ ۾ ملندي پر گدائي اهڙي تشبيهه پنهنجي شعر ۾ هيئن پيش ڪئي آهي ان مان گدائي جي ڀرپور مشاهدي جي خبر پئي ٿي.

گڙ گڙ، گڙ گڙ گوڙ گگن ۾، بوندن جا وسڪارا،
بجليءَ جا بادل ۾ چهبڪ، جهلڪا ڪن جهلڪاريون.

مٿين ان شعر ۾ هڪ ئي وقت تشبيهه، منظر نگاري ۽ لفظي موسيقي سمايل آهي جيڪو فن جو ڪمال آهي.

هڪ ئي شعر ۾ هڪ ئي وقت ٻه ٻه ٽي ٽي خوبين جو هئڻ شاعر جي فن جو ڪمال آهي ۽ اهو ڪمال رڳو گدائي جهڙن شاعرن وٽ ئي آهي. ☆



# گدائيءَ جي شاعريءَ ۾ اصطلاحن جو استعمال

سنڌي ٻولي سونهن سوڀيا واري ٻولي آهي ۽ ادب جي حوالي سان سنڌي ٻولي تمام گهڻي شاهوڪار پئي رهي آهي ۽ رهندي. ادب اسان جي ٻوليءَ جو اُڪُنُ ذخيرو آهي جنهن جو گهڻو حصو لوڪ ادب جو آهي.

اسان جي سنڌي لوڪ ادب جون جيڪي صنفون آهن اهي تمام گهڻيون اثرائتيون ۽ دلنشين آهن جن ۾ بي مول لفظ بي انداز موتي پوئيل آهن. انهن صنفن مان ۾ ننڍي ۾ ننڍيون صنفون پهاڪو ۽ اصطلاح آهن.

لوڪ ادب جي هن صنف اصطلاح جي هيءَ خاصيت آهي ته جيڪو مطلب يا مقصد نظم، ناول ۽ ڪهاڻيءَ ٻڌائڻ سان ٻڌندڙن جي دل، دماغ تي ايترو جلدي اثر پيدا نه ٿو ڪري يا متاثر نه ٿو ڪري جيترو اصطلاح جي ٻن يا چئن لفظن ۾ ٻڌائي پنهنجو مقصد ٻڌندڙن جي دل ۽ دماغ تي جلدي اثر ڪري ٿو، بلڪل ايئن جيئن ادب جي صنفن ڪهاڻي يا ناول ۾ مقصد يا مطلب گهڻن لفظن، جملن ۽ ڊيگهه سان ٻڌندڙن يا پڙهندڙن کي ٻڌائبو آهي اهوئي مطلب يا مقصد ادب جي صنف "نظم" جي ٻن ٽن سٽن ۾ ڪجهه

لفظن ۽ بغير ڪنهن ڏيگهه جي جلديءَ ۾ اثرائتي انداز سان ٻڌائي سگهبو آهي.

اهڙيءَ طرح اصطلاح ۾ ڪنهن به خيال جي اظهار لاءِ تمام سولا، سهڻا ۽ اثرائتا اشارا پڻ آهن ۽ پڻ اها به حقيقت آهي ته ٻوليءَ جي سونهن، سوڀيا ۽ ٻوليءَ جوسينگار اصطلاحن جي ڪري ئي آهي.

اسان سنڌي سماج جو جائزو وٺنداسون (ادبي، سياسي ۽ ثقافتي لحاظ کان) ته اسان کي هن سماج ۾ ڳالهائڻ ٻولائڻ، گهمندي ڦرندي، اٿندي ويهندي، کلندي روئندي، پڙهندي لکندي دوران ڪيترن ئي اصطلاحن جو استعمال ٿيل نظر ايندو، جيڪي بغير ڪنهن روڪ ٽوڪ جي ڳالهائڻ ٻولائڻ، گهمندي ڦرندي، اٿندي ويهندي، کلندي روئندي، پڙهندي لکندي، سوچ سمجهه ۽ شعور جي وهڪري ۾ وهي وڃن ٿا.

اصطلاحن بابت ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو پنهنجي ڪتاب "اصطلاحن جي اصليت" ۾ لکي ٿو ته " "اصطلاح" معنيٰ صلح ڪرڻ، ڪنهن لفظ جي ٻي معنيٰ ڪرڻ مثال:

١ـ پراڻو نڪر ڀڳو ته پلو ناهي.

٢ـ هن مون تي خواه مخواه نڪر ڀڳو آهي، تنهن جو ڏاڍو ارمان اٿم.

پهرين مثال ۾ "ڀڳو" فعل، پنهنجي حقيقي يا اصلي معنيٰ ۾ ورتل آهي يعني: نڪر جو نڪر ٽڪر ٿيڻ.

ٻئي مثال ۾ "ڀڳو" فعل، پنهنجي حقيقي يا اصلي معنيٰ ۾ نه، پر رواجي معنيٰ ۾ ورتل آهي. يعني ڪوڙو الزام.

واضح ٿيو ته اصطلاح جون ٻه معنائون ٿيون: هڪڙي مقرر ٿيل جنهن کي "لغوي" يا "اصلي" معنيٰ چئجي ٿو، ۽ ٻي رواجي، جنهن کي اصطلاحي معنيٰ چئجي ٿو، تنهن ڪري اصطلاح جي معنيٰ ٿي: "رواجي

معنيٰ يا مطلب".

مطلب ته اصطلاح هميشه عام رواج مان نهندا آهن."

اسان جي روز مره جي زندگيءَ ۾ ڳالهائيندي ٻولائيندي اصطلاحن جو استعمال ڪيو ويندو آهي جنهن ڪري اسان جو ڳالهائڻ ٻولائڻ سهڻو لڳندو آهي اهڙيءَ طرح اسان جي سنڌي ادب ۾ پڻ ججهي انداز ۾ اصطلاحن جو استعمال ٿئي ٿو پوءِ اهو ادب جي نثري صنف هجي يا نظم.

اسان جڏهن سنڌي ادب جو فني ۽ فڪري اڀياس ڪنداسين ته اسان کي انهن ۾ ڪوڙ ساترا اصطلاح نظر ايندا، خاص ڪري شاعريءَ ۾.

اسان جا ڪوڙ ساترا شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ اصطلاح استعمال ڪندا رهيا آهن ڇاڪاڻ ته اصطلاحن جي استعمال سان جتي ٻولي سهڻي لڳندي آهي اتي شاعريءَ ۾ به سونهن پيدا ٿي پوندي آهي. اسان جي سنڌي شاعر هڪ ته اصطلاحن کي زنده رکڻ لاءِ ۽ ٻيو پنهنجي شاعريءَ ۾ سونهن پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجي شاعريءَ ۾ اصطلاحن جو استعمال ڪندا آهن. ڪن شاعرن جي شاعريءَ ۾ قدرتي طور به اصطلاح استعمال ٿي ويندا آهن يعني ڄاڻي واڻي اصطلاح استعمال نه ڪندا آهن. پر هنن جي خداداد صلاحيتن جي ڪري نوان اصطلاح به جڙي پوندا آهن انهن نئين شاعرن مان سنڌ جو عوامي شاعر گدائي به هڪ آهي.

گدائي جي شاعريءَ جو فني ۽ فڪري اڀياس ڪبو ته هن جي شاعريءَ ۾ اسان کي ڪوڙ ساترا اصطلاح ۽ پهاڪا نظر ايندا. سندس شاعريءَ ۾ اصطلاحن جو استعمال اهڙي ته انداز سان ٿيل آهي جو سندس شاعريءَ جي ٻولي سهڻي، سلوڻي ۽ سينگاريل لڳي ٿي.

گدائي جي شاعريءَ ۾تمام گهڻا اصطلاح ڪم آيل آهن جن مان ڪجهه سندس شعرن سان گڏ هيٺ پيش ڪجن ٿا.

۱ ــ ٻيرن ڪان ٻير گهرڻ:

اها اميد رکڻ، جا ڪڏهن به پوري نه ٿئي. اها شيءِ حاصل ڪرڻ جنهن جي ڪا حقيقت ئي نه هجي.

ان ماڻهو کان مدد گهرڻ، جيڪو ڏتي باڙ هجي، واعدي وفائي نه ڪندڙ هجي، ڪوڙو ۽ دوکي باز هجي.

تڏهن ته چيو ويندو آهي ته اهڙي ماڻهوءَ مان ڪم جي اميد تو رکين، پيلي اهو ته ٻيرن کان پير تو گهرين.

گدائي به پنهنجي هڪ شعر ۾ هاريءَ کي پوتار کان خبردار ڪندي چيو آهي ته

گدائي جي گفتن تي ويچار ڪر تون،
پلائن ۽ پيسن تي هرگز نه مر تون،
جو ٻيرن کان پيرن جو وٺندين نه قر تون.

## ٢ـ وڻ وڃائڻ:

زوڪت ڪيڻ، سيکت ڏيڻ، برباد ڪرڻ، تباه ڪرڻ، اڳلو نور چٽ ڪرڻ.

تڏهن چيو ويندو آهي ته پاڻ ڏاڍي سان نه کهجي، يا ان کان پاسو ڪجي، نه ته هو تنهنجا وڻ وڃائي ڇڏيندو.

گدائي اهڙو ئي ذڪر هاريءَ کي چتاءُ ڏيندي هڪ شعر ۾ ڪيو آهي.

سمهڻ توکي سک سان ڪڏهن ڪين ڏيندا،
اهي تنهنجا وڻ يي وڃائي ڇڏيندا.

## ٣ـ راڪاس گهمي وڃڻ:

ويراني ٿي وڃڻ، خاموشي ٿي وڃڻ.

ڪنهن به مصروف جڳهه، بازار، چوڪ تي جتي ماڻهن جي روزانو اچ وڃ هجي ۽ اتي هڪ ڏينهن ڪو به ماڻهو نظر نه اچي، سانت لڳي پئي هجي يا وري ڪنهن شهر ۾ اوچتو ڪرفيو لڳي وڃي ته ائين لڳندو آهي ڄڻ اتي ڪجهه به نه هئو.

تڏهن چيو ويندو آهي ته ان هنڌ ڄڻ راڪاس گهمي ويو آهي.

گدائي راڪاس گهمي وڃڻ جو اصطلاح پنهنجي شعرن ۾ هيئن استعمال ڪيو آهي.

مسلط فضائن تي راڪاس جنگي،
اچا امن وارو نه ڦڙڪيو ڦريرو.



روهن ۾ راڪاس گهمي ويو مور اڃايل ويا مري.

۴- ڇڙوڇڙ ڳابا هڻڻ:

ڇڙوڇڙ رهڻ، جدا جدا رهڻ، ايڪي ۾ نه هجڻ، جنهن قوم ۾ ٻڌي نه هوندي، اها قوم ڪڏهن به حق وٺي نه سگهندي، اُلٽندو غلاميءَ ۾ هلي ويندي.

گدائي جي هڪ شعر ۾ اهڙو اصطلاح هيئن ملي ٿو.
سڀ راز اوهان جي طاقت جو آ يار سمايل ايڪي ۾،
جي ڇڙ ڇڙ ڳابا ٿينداسين هيءَ ٻاري هاري وينداسين.

۵- آٽڻ ۽ چاڙهڻ:

روز ڪمائي روز کائڻ، مسڪيني گذارو ڪرڻ، اهي ماڻهو جيڪي خالي هٿن هوندا آهن ۽ روز مزدوري ڪري پنهنجو پيٽ گذر ڪندا آهن ۽ ڪڏهن به ڪا پاڇي ڪونه ڪن، تن ڪي هڪ ڏينهن مزدوري نه ملي ته

بک تي گذارو ڪن.

اهڙن ماڻهن لاءِ چيو ويندو آهي آڻن ۽ چاڙهن.

گدائي پنهنجي شعر ۾ پنهنجي ماروئڙن جو ذڪر ڪندي ان اصطلاح کي هيئن ڪم آندو آهي.

ڳم ڳنڍير، للر ۽ لاٽيون،
ڏت ڏهاڙي آڻيون چاڙهيون،
ويڙهيون ۽ ولهار، اجا پيي ساڳيا ڙي.

٦_ منزل مارڻ:

پنهنجي پل تي منزل ماڻڻ، مقصد حاصل ڪرڻ.

ڏس اوپر ڪان تي باک ڦٽي هيءَ منزل ماري ويندا سين

٧_ ناتو نڀائڻ:

ڌرتيءَ سان، ڪنهن ماڻهوءَ سان دوستيءَ جو نڀائڻ، انهن لاءِ قربانيءَ ڏيڻ.

تنهنجي ڌرتيءَ ساڻ پڻائي ناتو نينهن نڀايون وينا.

٨_ ويل وهائڻ:

ظلم ڪرڻ، ڏاڍ ڪرڻ، انياءُ ڪرڻ، ڪنهن هيٺي تي ڏاڍو ماڻهو ظلم ڪري.

ڏاڍا هتي هيٺن تي سدا ويل وهائن،
هر وقت ستمگار ٿا سانگين کي ستائن.

ان کان علاوه گدائي جا ڪوڙ ساترا اهڙا گيت، غزل ۽ نظم به آهن جن ۾ هڪ

ٺي وقت ڪوڙ ساترا اصطلاح استعمال ٿيل آهن. مثال طور گدائي جو هي هڪ غزل "پِنائي جي حضور" پڙهو. جنهن ۾ هڪ ئي وقت هي اصطلاح استعمال ٿيل آهن. هن غزل ۾ گدائي ڪي پِنائي سان مخاطب آهي.

ناتو نيائڻ، نور نچوئڻ، جوت جڳائڻ، واريءَ جا گهرڙا ٺاهڻ، نير وهائڻ، جر جر جرڪائڻ، در ٻاڌائڻ، واين ۾ ورجائڻ، سون تي سيڻ مٽائڻ، راهُ ريجهائڻ، سِرَ جي سٽڻ لڳائڻ، من پرپائڻ، ونجهليءَ منجهه وڄائڻ.

تنهنجي ڌرتيءَ ساڻ پِنائي، ناتو نينهن نڀايون وينا،
پنهنجو نور نچوئي سارو، تنهنجي جوت جاڳايون وينا.
ٻارن جيان واريءَ جا گهرڙا، هرهر هٿڙي ٺاهيون وينا،
هڪڙا ٺاهي هڪڙا ڊاهي، دل کي ٿا پرچايون وينا.
ڌرتي جي ڌاڙيلن هٿ جي سور ڏنا هن سانگين کي،
رويو تن تي راتيان ڏينهان، نيڻين نير وهايون وينا.
جنهن ٻوليءَ جي جوت تي هر هر، حملا ها پرمارن جا،
لاٽ انهيءَ جي لال لهو سان، جر جر جرڪايون وينا.
ڏيهه ڌڪارين ڌاڙ ڪري جن، رت پيتو پنهوارن جو،
موذي مات ٿين سي سائين، تنهنجي در ٻاڌايون وينا.
بلبل گل جا گيت ترانا پنهنجي دل کي ڪين وڻيا،
سانگيئڙن جا سور سموئي واين ۾ ورجايون وينا.
سيڻ سا ن سون تي ريي تي ريت نه آهي مارن جي،
قول ڌهو گيتن ۾ پنهنجي سانگين کي سمجهايون وينا.
جٽ نه ڪونهي راهُ ٻه ريجهي سر پنهنجو قربان ڪندو،
بيجل وانگر وستي وستي سر جي سٽڻ لڳايون وينا.
اگهنديون شال دعائون تنهنجون ورندو واهُ سڪارن جو،
آس انهيءَ تي گهوٽ پِنائي اڄ پيي من پرچايون وينا.

ڪير تو چاڻي يار "گدائي" تنهنجي سورن ڀورن کي،
ديس جو درد ڀري جو پنهنجي ونجهليءَ منجهه وڄايون وينا.

اهو گدائي جو ئي ڪمال آهي ته هن ڪيڏي نه سهڻي انداز سان ۱۳ اصطلاحن کي هڪ ئي غزل ۾ استعمال ڪيو آهي.

ان کان علاوه گدائي پنهنجي هڪ گيت ڪيرو ڪوئي ڳائي ويٺو ۾ به هڪ ئي وقت ۷ اصطلاح ڪم آندا آهن. انهن اصطلاحن کان علاوه گدائي جي شاعريءَ ۾ ٻيا به ڪافي اصطلاح استعمال ٿيل آهن جن مان ڪجهه هيٺ پيش ڪجن ٿا.

وار ونگو نه ٿيڻ، واڳون جي وات ۾ هئڻ، رام ڪهاڻي ٻڌائڻ، مونن ۾ منهن پائڻ، دونهين دکائڻ، فصلي ٻٽيرو هئڻ، ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ وغيره.

گدائي جي شاعريءَ ۾ ايترن سارن اصطلاحن جو ملڻ اهو ظاهر ڪري ٿو ته گدائي ٻوليءَ جو ڪيترو نه چاڻو هئو ۽ هو ٻوليءَ تي ڪيترو دسترس رکندو هئو. گدائي ايترا سارا اصطلاح استعمال ڪري نه رڳو اصطلاحن کي پنهنجي شاعريءَ ذريعي محفوظ ڪيو آهي پر پنهنجن خيالن کي به اصطلاحن ذريعي سهڻي انداز سان پيش ڪيو آهي.



# گدائي جي شاعريءَ ۾ علامتون

تخليقڪار جڏهن پنهنجي تخليق ۾ اڻ سڌو اظهار ڪندو آهي ته ان تخليق کي علامتي تخليق چيو ويندو آهي چوته اڻ سڌي اظهار جو نالو ئي علامت آهي.

جتي گهڻ طرفيون بندشون هجن اتي شاعر ڪن شين کي اهڃاڻ طور استعمال ڪري پنهنجو اصلي پيغام ڏيندو آهي، اهڙي شاعري هڪ دوُر جي شاعري نه پر هر دوُر جي شاعري هوندي آهي يا مستقبل شاعري هوندي آهي.

علامت نگاريءَ جي فن طور مڃتا ڪڏهن کان ٿي، ان لاءِ ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو لکي ٿو ته "مغربي شاعريءَ ۾ علامت نگاريءَ جي شروعات صوفي شاعرن سويڊا بورگ (١٦٨٨-١٧٧٢) يا سينٽ مارٽن (١٧٤٣-١٧٨٣) کان ٿي. انسائيڪلو پيڊيا برطاني مطابق اسٽيفن ملارمي ۽ پال ورلائن انهيءَ شاعرائي تحريڪ جا باني آهن".

ڊاڪٽر سڌايو پنهنجي ڪتاب ۾ اڳتي هلي راءِ ڏيندي وري لکي ٿو ته "جديد ادبي دنيا ۾ مروج علامت نگاري جي شروعات ٽين صدي هجري يعني ڏهين صدي عيسوي جي ٻي ڏهاڪي ۾ شام ولايت ۾ ٿي. ان تحريڪ جو ٻاڻيو وجهندڙ ابو طيب احمد بن حسين متنبي (٣٠٢-٣٥٣هه) آهي".

دنيا جي مختلف ٻولين جي ليکڪن ادب ۾ علامت جي استعمال کي بهتر اظهار جو هڪ وسيلو سمجهندي ان کي وڏي ترقي ڏياري آهي، اسان جي سنڌي ادب ۾ سنڌي ليکڪن به علامت جي فن کي ترقي وٺائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي.

علامت جي مدد هر شاعر ورتي آهي پنهنجي بهتر خيالن کي بهتر اظهار لاءِ ڏاڍ ۽ جبر واري دؤر ۾ سنڌي شاعرن جي شاعري واضع مثال آهي. لطيف، سچل، اياز، استاد بخاري علامت جو سهارو ورتو آهي، لطيف ته ان ڏس ۾ انتها ڪري ڇڏي آهي هن جو ڪلام علامتن سان پريو پيو آهي.

علامتن جو سهارو گدائي به ورتو آهي جيتوڻيڪ گدائي هر موضوع تي کليو لکيو آهي هن تنقيد به کليءَ طرح ڪئي آهي پر جيئن ته گدائي جو جنم ان دؤر ۾ ٿيو جڏهن سنڌ تي ڌارين ڌنونس، ڏاڍ، جبر، دهشت جو راڄ هئو، گدائي شعور جي ڏيوڍي ٽپيو تڏهن به ساڳيو راڄ رهيو (۽ اهڙي ئي راڄ هيٺ ليکڪ کي پنهنجي خيالن جي اظهار لاءِ يا قوم کي پيغام ڏيڻ، همٿائڻ، جاڳائڻ، ظالم سان مهاڏو اٽڪائڻ، ظالم جي ڪڌن ڪرتوتن جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ علامتن جو سهارو وٺڻو پوندو آهي) سو اهو به فطري هئو ته گدائي به علامتن جي مدد حاصل ڪري.

اسان جڏهن گدائي جي شاعريءَ جو اڀياس ڪيون ٿا ته اسان کي هن جي شاعريءَ ۾ علامتن جو استعمال چڱيءَ طرح نظر اچي ٿو.

سنڌي شاعريءَ جو جي گهوڙهو اڀياس ڪبو ته لطيف کان وٺي شيخ اياز تائين جي دؤر جي شاعريءَ ۾ اسان کي علامت ڀرپور نظر ايندي ان دؤر ۾ گدائي جو شمار به ٿئي ٿو.

لطيف جي دؤر ۾ ڌارين ڌنونس وارو راڄ هئو اهو ئي سبب آهي جو لطيف جي سڄي شاعري علامتي آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو لطيف جي شاعري هر دؤر جي شاعري آهي جڻ ته اڄ جي شاعري آهي.

جيئن لطيف فرمائي ٿو

مون جهڙ ڏٺو اپ ۾، ڍوليا لڏ مَ لاهه،
اڃن آب اڳيون ڪيو، وڃون اتر واءُ،
ڇن ڇڏ پٽ پاءُ، اڏ اتاهين پکڙا.



ٻتو آهين مڇ، ٿلهو ٿيو ٿونا هٽين،
جا تو ڏٺي اڇ، تنهن پاڻيءَ پنان ڏينهڙا.



انڌا اونڌا ويچ، ڪل ڪڄاڙيا ڪانئين،
اسان ڏکي ڏيل ۾، تون پيارين پيچ،
سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو.



پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نه لچيا، سڙيا مٿي سچ،
سندا گيچين گچ، ڪوين ڪپايا.



گهوريندي گهور پيا، اگهور گهوريائون،
ميڪر مارِيائون، ملاحن منهن سنرا.



بندر جان پئي، ته سڪاٽيا مَ سمهو،
ڪپر تو ڪن ڪري، جيئن ماٽي منجهه مهي،
ايڏو سور سهي، ننڊ نه ڪجي ناڪئا.

اسان ڪي گدائي جي به اهڙي علامتي شاعري ملي ٿي جيڪا هر دور جي شاعري يعني مستقل شاعري آهي.

گدائي جي علامتي شاعري ورهاڱي کان پوءِ واري دؤر ۾ چيل ٿي ڏسجي ۽ خاص ڪري ان وقت جڏهن سنڌ ون يونٽ ۾ سوڙهي ٿي ويئي هئي. ان دؤر ۾ فوجي راڄ کي ڪاري ۽ ڏکي رات سان ڀيٽيندي گدائي علامتي اظهار هيئن ڪيو آهي.

اڃا رات آهي، نه آيو سويرو،

اڃا دور منزل، اڃا دور ديرو.

گدائيءَ جيتوڻيڪ رومانوي شاعريءَ سان شاعريءَ جي شروعات ڪئي جيڪا هر شاعر جو فطري عمل آهي پر گدائي جي ان رومانوي شاعريءَ ۾ به قوم جي درد جو چٽو عڪس نظر اچي ٿو. ڇوته گدائي بنيادي طور قوم جو شاعر آهي ڇوته هو عوامي ۽ انقلابي شاعر آهي.

رجعت پسند شاعر رڳو پنهنجي محبوب جي تعريف ڪرڻ تائين محدود آهن، پنهنجو سڀ ڪجهه محبوب کي ئي سمجهندا آهن ۽ پنهنجو سڀ ڪجهه هنن کي ئي ارپي ڇڏيندا آهن ايتري تائين جو هو پنهنجو ملڪ به مٿن قربان ڪري ڇڏڻ جون هنبوشيون هڻندا آهن. اهڙا شاعر رڳو بلبل گل جا گيت ڳائيندا آهن پر اتي قوم جا سچا شاعر رڳو قوم ۽ ڌرتيءَ جا گيت ڳائيندا آهن. گدائي کي به اهڙا رجعت پسند شاعر پسند نه آهن، هن کي اهڙا گيت ڪونه ٿا وڻن، هو ته سانگيئڙن جا گيت ڳائيندڙ آهي.

بلبل گل جا گيت ترانا پنهنجي دل کي ڪين وڻيا،

سانگيئڙن جا سور سموئي واين ۾ ورجايون وڻا.

جڏهن مظلومن تي وار ٿين، پنهنجي ئي ديس ۾ مختلف بهانن سان ته پوءِ اهڙا ڪلور ٿيندي ڏسي ديس جي ماروئڙن جو سچو شاعر ڪيئن ٿو چپ رهي سگهي. مظلومن تي وار امن امان جي آڙ ۾ ٿين يا ڪنهن ٻي آڙ ۾ پر سچو شاعر چپ رهي نه ٿو سگهي. گدائي به پنهنجي ماروئڙن تي اهڙا وار، اُهڙا ڪلور ٿيندي ڏسي چئي ٿو.

امن و امان جو ڍونگ رچائي،
جڳ جي اک ۾ سرمو پائي،
مظلومن تي وار، اجا به ساڳيا ٿيا.

ڳدائي جو هي غزل پڙهو جنهن ۾ ڳدائي علامت طور هي ڏسڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي ته سنڌ مان معدني پيداوار جا وسيلا ٻي هنڌ منتقل ڪري سنڌ ديس ڪي حالت زار بڻايو ويو آهي. غزل جي هنن ٻن بندن ڪي ملڪ جي پيل سان به تشبيهه ڏيئي سگهون ٿا. يا چمن کي ديس سان ۽ اهل چمن کي ديس واسين سان تشبيهه ڏيون ٿا ته ڳدائي جي ان غزل جي ٻن بندن مان خبر پوندي ته ڳدائي ديس جي هر مسئلي تي وڏي نظر رکندڙ شاعر آهي.

ڳدائي اهو به ٻڌائڻ چاهيو آهي ته ديس ، جيڪو سرسبز هئو، پر سڪون هئو، جتي امن ۽ شانتي جو واءُ هر پهر تي گهليو تنهن ديس کي اجاڙي، امن ۽ شانتي جي واءُ ۾ بارود جي اٺ وٺندڙ بوءِ ملائي ويئي. گلن جو يعني ديس واسين جي مضبوط هنڌ جو رت ۽ ست ڪارا پنئورا يعني ظالم حاڪم، سرمائيدار، جاگيردار، وڏيرا، سيٺ پيٺ ۾ مصروف عمل آهن، ديس کي اجاڙي ڇڏيائون، سڀ رونقون ختم ڪري ڇڏيائون.

گلن ۾ رنگ نه ڪي، مکڙين ۾ روپ رهيو،
چمن اداس ۽ اهل چمن ڪي زار ڏسو،
گلن جو خون سجو پي ويا پنئور ڪارا،
چمن جو رنگ ڏسو موسم بهار ڏسو.

ڳدائي وٽ روايت کان بغاوت نظر ته نه ٿي اچي پر ڳدائي روايت کي سچائيءَ سان پيش ڪندي اشاراتي انداز اپنايو آهي هن جي غزل ۾ روايت جو اشارو ملي ٿو نه رڳو اهو پر اها روايت علامتي انداز سان ملي ٿي. متي غزل ۾ گل، چمن، پنئور، بهار جو استعمال غزل جي روايت ته نظر اچي ٿو پر ڳدائي اتي

علامتي انداز اپنايو آهي جنهن جو مقصد اهو ناهي جيڪو نظر اچي ٿو پر علامتي انداز ۾ انهن جو مقصد ڪجهه پيو نظر اچي ٿو. اهڙي طرح انهن ڪي علامت ۾ استعمال ڪري گدائي شعرن ۾ مقصد ڪي وسعت ڏني آهي جنهن ڪري هڪ ته شعر اپيل ڪن ٿا ۽ پيو ته وڻن به ٿا.اسان جي سنڌ ۾ عمر ۽ مارئي ٻئي علامت آهن عمر ظالم، ڏاڍ، انياءُ، ڏکهي ۽ ڪاري رات جي علامت آهي ته مارئي مظلوميت، مجبور، بيوس، غربت، پاڪدامن، حوصلي ۽ عزم تي قائم رهندڙ، حب الوطني جي علامت آهي.

گدائي انهن ٻنهن علامتن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ گهڻن هنڌن تي استعمال ڪيو آهي. هيئت غزل جي ٻن بندن ۾ گدائي ڏاڍي ۽ ڪمزور جي ڪهڙي نه سهڻي انداز سان علامت استعال ڪئي آهي.

لکين لاڏليون ٿيون وڪامن هتن تير،
اجا عصمتن کي لُٽي ٿو لٽيرو،
عمر پي اڪيچار ۽ ماروئون پيءِ،
اجا باز ڏاڍو ۽ ڪمزور ڳيرو.

هتي به گدائي غزل ۾ روايت کي علامتي انداز سان پيش ڪندي اشاراتي انداز اپنايو آهي هيئت ٻي غزل جي ٻن بندن ۾ به اهڙو ئي اشاراتي انداز اپنايون گدائي دٻڙ دئونس ۽ آواز تي پابندي جو ذڪر ٿو ڪري.

ڪيو نه ٻڙڪ جو آهي خلاف نظم چمن،
ڪليءَ کي خون ڏسو گل کي تار تار ڏسو.
چمن ۾ شوخ نوائي جو سلو دارو رسن،
خرد کي دنگ ڏسو، عدل شرمسار ڏسو.

گدائي مٿين شعرن ۾ چمن، ڪلي، گل، عدل کي روايتي طور ته استعمال ڪيو آهي پر اها روايت گدائي وٽ علامتي ٻڻجي وئي آهي يعني اهي علامتي حيثيت ۾ ڪم آندا ويا آهن. ان ۾ گدائي ٻوليءَ ۾ سادگي ۽ خيال ۾

نواڻ آڻي بيان جو انداز خوبصورت بڻايو آهي، هونءَ گدائي پنهنجي سڄي شاعريءَ ۾ سادي ٻولي ۽ بيان کي خوبصورت انداز سان خيالن کي نواڻ ڏيئي ٻڌندڙن توڙي پڙهندڙن کي حيران ڪري ڇڏي ٿو.

گدائي هيٺ گيت جي هڪ بند ۾ انهن بيڪس ۽ بيوس، لاچار مظلوم نياڻين تي ٿيندڙ ظلم ۽ ظالم کي عمر سان ڀيٽيندي علامتي انداز ۾ بيان ٿو ڪري ته جيڪي نياڻيون ناحق ڪوٽن ۾ قيدين جهڙي زندگي گهارين ٿيون، تنهن جي پنيان ڪونه ڪو عمر ضرور آهي اهڙي ڏاڍائي ۽ ظلم گهڻو اڳ عمر سومري ڪيو هئو جنهن کي لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ هڪ تاريخي قصي طور امر ڪري ڇڏيو آهي، عمر جو اهڙو ظلم هر دؤر ۾ مختلف روپ اختيار ڪندو اڄ به موجود آهي. گدائي پنهنجي وقت ۾ ٿيندڙ اهڙي ئي ظلم ۽ ڏاڍ جو ذڪر هيئن ٿو ڪري.

بيڪس، بيوس ڪئين نياڻيون،
ڪوٽ ڪڙولن ۾ قيدياڻيون،
عمرن جا آزار، اجا ڀي ساڳيا ڙي.

يا وري سندس هڪ غزل جو هي بند پسو.

ڪئين نماڻيون نياڻيون اڄ ڀي ڪوٽن ۾ ڪرلائن،
اڄ ڀي هيٺن تي آ يارو عمرن جي ارڏائي.

گدائي جو هينيون علامتي بيت به پڙهو جنهن ۾ گدائي مارئي، ملير، واڳون کي پنهنجي روايتي علامتي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. مارونڙن کي مارئي، سنڌ کي ملير، ون يونٽ ۽ سندس حامين کي واڳن جي علامت جو ويس ڍڪائي پيش ڪيو آهي.

اڄ به سازي رات رُنو ويئي مارئي،
سارو ملڪ ملير جو آيو واڳن وات،

ڪڏهن ڪوئي ڪات، ماري مانگر مڇ ڪي.

جڏهن وڏي جدوجهد کان پوءِ سنڌ ون يونٽ جو مضبوط زنجير ٽوڙي آزاد ٿي تڏهن محب وطن سنڌين سرهائي محسوس ڪئي. ان وقت گدائي سنڌ کي مارئي سان ڀيٽيندي علامتي انداز ۾ هيئن اظهار ڪندي سرهائي محسوس ٿو ڪري.

صبح جو برق جي لهرين اچانڪ خبر پهچائي،
تہ پنهنجي مارئي خيرن سان ماڳ تي وري آئي.

گدائي بيباڪ، دلير ۽ ارڏو شاعر هئو، هن مارن مٿان ٿيندڙ ظلم جو احتجاج وڏي واڪي ڪيو آهي تہ سنڌ ديس جي غدارن کي بہ وڏي واڪي غدار ڪوٺيو آهي، ون يونٽ جي حامين جڏهن ڏٺو تہ سنڌ ون يونٽ جو زنجير ڇني آزاد ٿي آهي تڏهن هنن پاڻ کي محب وطن ظاهر ڪرڻ لاءِ سنڌ جا نعرا هڻڻ شروع ڪيا پر اهڙن ماڻهن کي هڪ سچو ۽ بي باڪ شاعر ڪيئن نہ سڃاڻيندو ۽ ڪين ڪيئن بخشي سگهي ٿو. گدائي اهڙن غدارن لاءِ هيئن چيو آهي.اهـ

اهي غدار پيهر اڄ هڻن ٿا سنڌ جا نعرا،
اهي جن پيٽ خاطر سنڌ کي زنجير پارائي.

گدائي عوامي، قومي ۽ انقلابي شاعر هجڻ سان گڏ هڪ عظيم انسان هئو، هن جيڪو ڪجهہ معاشري ۾ ڏٺو، جيڪو بہ مشاهدو ماڻيو، تنهن کي وڏي ايمانداري، سچائي ۽ بيباڪيءَ سان پنهنجي شاعريءَ ۾ آڻي اسان آڏو رکيو.

گدائي جي سڄي ڪلام ۾ هيٺين کي همتائڻ جو عنصر ملي ٿو ۽ اهو ئي سبب آهي جو گدائي جي شاعري، عوامي، قومي ۽ انقلابي آهي ۽ اڄ بہ مقبول ۽ عام آهي.



# گدائي جي عڪسي شاعري

علم ترتيب مطابق شاعريءَ ۾ ڪوڙ ساترين ادبي خوبيون ٿين ٿيون. انهن خوبين جي ڪري هڪ ته شعر پختو ٿئي ٿو ۽ ٻيو ته ٻوليءَ ۾ به وسعت اچي ٿي. شاعريءَ جي انهن خوبين مان هڪ خوبي عڪس به آهي جنهن ڪي انگريزي ۾ Image چيو ويندو آهي. عڪسImage جو استعمال سنڌي شاعريءَ ۾ شروع ڪان وٺي استعمال ٿيندو رهيو آهي جنهنجو گهڻو استعمال شاه لطيف جي شاعريءَ ۾ ملي ٿو.

عڪس Image جو واسطو انساني حواسن سان ڳنڍيل آهي جيئن انساني حواس ڏسڻ، ٻڌڻ، ڇهڻ، سنگهڻ ۽ چکڻ سان واسطو رکن ٿا اهڙيءَ طرح عڪس پڻ انهن حواسن سان واسطو رکن ٿا.

ڊاڪٽر تنوير عباسي لکي ٿو ته "يا ته ڪنهن نظاري جي چٽسالي، يا ته ڪنهن ماڻهوءَ جي مهانڊن جو ذڪر اهڙي ريت ٿيل هجي جو هوبهو اهو نظارو اکين اڳيان چٽائي سان اڀري اچي. ان قسم جو عڪس ٿيو "نظري

عڪس". يا وري ڪنهن ٻڌل آواز يا سر جو بيان اهڙن لفظن ۾ ٿيل هجي جو ان جو پڙاڏو پيو ڪنن ۾ ٻُري ته اهو ٿيو "ٻڌڻ جو عڪس". ان کان سواءِ ڪنهن ماحول يا چيز جو ذڪر اهڙيءَ ريت ڪجي جو ان جي خوشبو يا بدبوءِ جو احساس ٿئي ته ان عڪس کي چئبو آهي "سنگهڻ جو عڪس". ڪنهن به چيز جي ذائقي کي وري پيدا ڪرڻ جي ڪوشش کي چئبو "ذائقي جو عڪس". ڪنهن شيءِ جي لساڻ يا کهراڻ، نرمي يا سختيءَ جي بيان سان "ڇهڻ وارو عڪس" پيدا ٿيندو."

ڊاڪٽر تنوير عباسي جي حوالي مان ظاهر ٿئي ٿو ته عڪسن کي بيان ڪرڻ لاءِ لفظن جو موزون هجڻ ضروري آهي. موزون لفظن لاءِ آئسڪس چئي ٿو ته "عڪس اهڙن لفظن ۾ ڏجن جيڪي چونڊيل ۽ موزون هجن". الڊنگٽن چئي ٿو ته "موزون لفظ اهي آهن جيڪي ڪنهن شيءِ جو سچو پچو تاثر پيش ڪن".

عڪسن جي شروعات مغربيءَ شاعريءَ سان نه سمجهي وڃي ۽ نه اڄ جي جديد شاعريءَ سان. عڪس ته اسان جي لوڪ شاعريءَ ۾ به ملن ٿا. بلڪه عڪسن جي شروعات ته شاعريءَ جي شروعات سان ٿئي ٿي. چاڪاڻ ته شاعري جيڪا فطري مشاهدي سان ڪئي وڃي ٿي، ان ۾ عڪسن جو ملڻ سياويڪ آهي ۽ سنڌي شاعري شروع کان وٺي ڪتابي مطالعي بدران فطري مشاهدي جي آڌار تي سرجي ويئي آهي جنهن ڪري اسان پوري اعتماد سان چئي سگهون ٿا ته عڪس اسان جي سنڌي شاعريءَ ۾ شروع کان وٺي موجود رهيا آهن.

مشرقي شاعريءَ ۾ محاڪات جو ملڻ اهو ثابت ٿو ڪري ته عڪس اسان جي شاعريءَ ۾ شامل رهيو آهي.

ان لاءِ انيس ناگي لکي ٿو ته "شاعر جي محسوسات ۽ واردات جڏهن اظهار لاءِ لفظي تصويرن جو روپ وٺندي آهي ته ان کي شاعرانا

اميجري سان تعبير ڪيو ويندو آهي. مشرقي تنقيدي ادب ۾ ان لاءِ محاڪات جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي".

هتي هي به ڏيان ۾ رهي ته محاڪات عڪس جو واضع ثبوت نه آهي عڪس تشبيهه ذريعي به بيان ڪري سگهجي ٿو پر عڪس تشبيهه تي نه ٿو سگهي.

ان لاءِ انيس ناگي هيئن ٿو چئي. "عڪس، ڪيفيتن ۽ واردات ڪي هڪجهڙائي ۽ تشبيهن ذريعي بيان ڪرڻ جو نالو آهي.

هڪجهڙائي ۽ تشبيهه ذريعي محسوسات کي پيش ڪرڻ واري ٽيڪنڪ کي تشبيهه جي تعمير ۾ به استعمال ڪيو ويندو آهي پر عڪس کي تشبيهه چوڻ درست نه آهي ڇاڪاڻ ته عڪس، تشبيهه جي نسبت وسيع آهي".

عڪسي شاعريءَ جي پرک ۽ تحريڪ جي شروعات برطانيه ۽ آمريڪا جي شاعرن ڪئي. بنياد ته هلمي(T.H. Hulme) وڌو پر هن جو وڏو مهندار ازرا پائونڊ آهي جنهن عڪسيت تي تمام گهڻو ڪم ڪيو. لوول (Amy Lowell) فلنٽ (F.S. Flint) پڻ هن تحريڪ ۾ شامل رهيا. هن تحريڪ عڪسيت کي هٿي وٺرائڻ لاءِ هڪڙو رسالو (Imagist) پڻ شايع ڪرايو جنهن عڪسيت جي تمام گهڻي پرچار ڪئي ۽ ڪافي نقاد هن موضوع ڏانهن متوجه ٿيا.

عڪسيت واري شاعري جديد شاعريءَ ۾ بهتر ۽ خوبصورت سمجهي ويندڙ شاعري آهي ڇاڪاڻ ته عڪس ڏٺل منظر، پيش آيل واقعو کي هو بهو پيش ڪري آڏو آڻي ٿو.

عڪس گهڻا ۽ ڪهڙا آهن انهن بابت اديبن جو بحث جاري آهي، ڊاڪٽر الهداد بوهيو ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ هيٺيان کي عڪس بيان ڪيا آهن.

"بصري يا ڏسڻ جا عڪس، ٻڌڻ جا عڪس، غير متحرڪ عڪس، متحرڪ عڪس، سنگهڻ جا عڪس، ذائقي جا عڪس، ڇهڻ جا عڪس، حرارتي عڪس، رنگين عڪس، حواسن کي لطف ڏيندڙ عڪس، انتقالي مشاهدي وارا عڪس، گهڻ پارا عڪس."

اردو ادب ۾ به ستين عڪسن جي ملڻ جي تصديق اردو اديب انيس ناگي ڪئي آهي. پر نوجوان اديب عبدالوحيد جتوئي عڪسن بابت بحث ڪيو آهي ته اهي ٻارنهن عڪس نه آهن، ڇوته عڪس جو حس سان تعلق هجي ٿو ۽ جيئن ته انسان ۾ پنج حس هجن ٿا ان ڪري عڪس به پنج آهن.

ان سلسلي ۾ ڊياني رابرٽ جو چوڻ آهي ته "عڪس پنج ٿيندا آهن نظري عڪس، ٻڌڻ جو عڪس، ڇهڻ جو عڪس، سنگهڻ جو عڪس ۽ چکڻ جو عڪس (چاڪاڻ ته اهي عڪس شمار جي حساب سان ڏٺل نظاري، ڇهيل ڪا شيءِ، سنگهيل بوءِ ۽ چکيل کاڌاڻ يا مناڻ جي عڪاسي ڪندا آهن)".

سنڌي شاعريءَ ۾ عڪس جو استعمال شروع کان وٺي ٿيندو رهيو آهي ان سلسلي ۾ ڪوڙ ساترن شاعرن جا حوالا ڏيئي سگهجن ٿا پر جيئن ته هتي عنوان مطابق گدائي جي شاعريءَ ۾ عڪس ڪيئن ٿا ملن انهن جو ذڪر ڪرڻو آهي نه ته ڊيگهه گهڻي ٿي ويندي.

گدائي جي شاعري عوامي آهي. گدائي فطري مشاهدي واري عام فهم شاعريءَ جو جڳهو حصو ڇڏيو آهي جنهن ۾ ڪافي عڪسي شاعري آهي. اچو ته ڏسون گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ عڪسن کي ڪيئن پيش ڪيو آهي.

### ١ـ ڏسڻ جا عڪس: Visual Images

ڏسڻ جو عڪس ان کي چئبو آهي ته ڪنهن به ڏٺل سهڻي منظر يا

من موهڻي مورت کي اهڙن ته لفظن ۾ بيان ڪجي جو اهو منظر يا مورت جو چهرو هوبهو اکين آڏو اچي وڃي.

هيٺ گدائي (Visual Images) ۾ هڪ منظر هيئن تو بيان ڪري.

اڄ پيي پاڻيءَ لئه پنهواريون،
ڪري هلن ٿيون ڪونج قطارون.

گدائي جي مٿين شعر ۾ ڀهراڙيءَ جو منظر پيش ڪيل آهي. جڏهن ڳوٺاٽيون ناريون گهران گهڙا کڻي ڳوٺ ٻاهران کوهه تان پاڻي ڀرڻ لئه گڏ ٿي پيچرن تان هڪٻئي پٺيان قطار ٺاهي هلن ٿيون تڏهن گدائي اهڙي منظر کي آسمان تي اڏندڙ ڪونجن سان ڀيٽ ڪري بيان ڪري ٿو، ڪونجون به قطارون ڪري اڏامنديون آهن.

گدائي جو مٿيون اهو شعر پڙهڻ کان پوءِ اهڙو منظر عڪس بڻجي اسان آڏو اچي اسان کي نظر اچي ٿو.

۲ ــ ٻڌڻ جو عڪس: Auditory Images

ٻڌڻ جو عڪس ان کي چئبو آهي ته ڪنهن به ٻڌل آواز يا ساز جو ٻڌندڙ کي اهڙو تاثر ملي جيڪو تاثر شاعر لفظن ذريعي پيش ڪيو آهي. يعني شاعر جو اهو ڪمال هوندو ته هو ٻڌل ڪنهن به ساز، آواز کي لفظن ذريعي پڙهندڙن آڏو اهڙو ئي عڪس چٽي جو پڙهندڙ اهو ساز، آواز محسوس ڪري.

هيٺ گدائي اهڙو ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي، هو ٻڌل آواز جا عڪس هيئن تو پيش ڪري.

درد ڀريل ڪوئل جون دانهون، ڪان هڻن ٿيون ڪاتيون.



گڙگڙ، گڙگڙ، گوڙ گگن ۾، بوندن جا وسڪارا،
بجلي جا بادل ۾ چهبڪ، جهلڪا ڪن جهلڪاريون.

گدائي جي مٿين شعرن ۾ ڪوئل جون دانهون، گگن ۾ گوڙ، بجلي جا بادل

۾ ڇهبڪ، ٻڌڻ جا عڪس پيش ڪن ٿا.

### ٣ـ ڇهڻ جا عڪس: Tactile Images

ڇهڻ جو عڪس ان کي چئبو آهي ته شعر ۾ اهي لفظ استعمال ٿيل هجن جن سان لساڻ، کهراڻ، نرمي، سختي جي خبر پئي.

ڇهڻ جا ٻه قسم هوندا آهن هڪ جنهن سان اسان پاڻ ڪنهن کي هٿ، پير يا کل سان ڇهون، ٻيو جنهن سان هوا، پاڻي، گرمي توڙي سردي اسان سان ٽڪرائجي يا اسان تي اثر ڪري. جنهن مان اسان محسوس ڪيون ته هيءُ فلاڻي شيءِ آهي.

گدائي اهڙا عڪس هيئن بيان ڪيا آهن.

سنهڙيون سنهڙيون بوندون ٻڄي چٽنگون جسم جلائن،
انگ انگ کي باهه لڳائن ٿڌڙيون ٿڌڙيون راتيون.



ساوڻ آيو ساجن آيا بادل ۽ برساتيون



پلا چمن ۾ وڃا چو سهڻا، ت ون ئي سراپا بهار منهنجي،
لبن کي مکڙي مثال ڄاتم ۽ ڳل ڇميا مون گلاب سمجهي.

گدائي جي مٿين شعرن ۾ بوندون، چٽنگون، باهه، ٿڌڙيون، بادل، برساتيون، ساوڻ، بهار، لب، مکڙي، ڳل، گلاب اهي ڇهڻ جا عڪس بيان ڪن ٿا. انهن کي اسان ڇهي محسوس ڪري سگهندا آهيون ته اهي فلاڻي شيون آهن.

### ٤ـ سنگهڻ جا عڪس: Olfactorary Images

سنگهڻ جا عڪس ان کي ٿو چئجي ته ڪنهن شيءِ جو ذڪر لفظن ذريعي اهڙيءَ طرح ڪجي جو ان جي خوشبو، بدبو يا ڪو سواد محسوس ڪري سگهجي. گدائي هيٺ شعرن ۾ سنگهڻ جا عڪس ڪمال فنڪاريءَ

سان پيش ڪيا آهن.

آليءَ مٽيءَ مان ٿي نڪري، سونڌي سونڌي خوشبو،
وادي وادي، جهنگل جهنگل، خوشبو جون هٻڪارون.



نسيمِ صبح جو ڇهاءُ، گلن جي بوءِ جو هٻاءُ،
اٿاري دل ۾ تو امنگ، اُتي اُتي ڪو چور جنگ.

گدائي جي مٿين شعرن ۾ آلي مٽي، سونڌي خوشبو، هٻڪار، گلن جي بوءِ، هٻاءُ سنگهڻ جا عڪس پيش ڪن ٿا.

گدائي پهرين شعر ۾ اهڙو منظر چٽيو آهي جو هن جي ڪمالگيريءَ جو دلداده ٿيڻو پوي ٿو.

برسات وسڻ کان پوءِ مٽيءَ جو آلو ٿيڻ، ۽ آلي مٽيءَ جي خوشبو جڏهن اٿي ٿي ته پوري واديءَ پوري جهنگ ۾ من کي وڻندڙ خوشبو ڦهلجي ٿي وڃي ۽ اها خوشبو اسان نڪ ذريعي سنگهي راحت محسوس ڪيون ٿا.

۵ـ چکڻ جا عڪس: Taste Images

چکڻ جو عڪس ان کي ٿو چئجي ته لفظن ذريعي شيءِ جي سواد کي محسوس ڪري سگهجي يا اهي لفظ بيان ڪيل شيءِ جو سواد محسوس ڪرائي سگهن.

گدائي هيٺين شعرن ۾ لفظن ذريعي چکڻ جا عڪس هيٺ ٿو بيان ڪري.

تنهنجا طعام عمر مون کي ڪين وڻن،
رس زهر لڳي ٿي انارن جي.



ڪن وٽ زردا مرغ برياني،
ڪنهن کي ناهي بصر سان ماني،

کن وٽ دال نه ساڳ الا او.

گدائي جي مٿين شعرن ۾ رس، زهر، انار، زردو، مرغ ، برياني، بصر، ماني، دال، ساڳ لفظن جو استعمال شعرن ۾ چکڻ جا عڪس بيان ڪري ٿو.جيتوڻيڪ گدائي جا اهڙا ڪيترائي شعر موجود آهن جن ۾ بيشمار عڪس شامل آهن پر هتي پنج عڪس جيڪي ماهرن بيان ڪيا آهن انهن مطابق ڪجهه شعر چونڊي پيش ڪيا اٿم جيڪي اها نشاندهي ڪن ٿا ته گدائي پنهنجي شاعريءَ لاءِ عڪسن جو سهارو ڪهڙي نه سهڻي انداز سان ورتو آهي.



# گدائي جي شاعريءَ ۾ وڻن ۽ پکين جو ذڪر

شاعري لکڻ جا ڪي نيٰ مقصد ٿي سگهن ٿا. سڀ ڪان پهريائين شاعر ٿيڻ لاءِ شاعريءَ جي معنيٰ ڪي سمجهڻ لازمي ٿيو پوي ٿو ۽ ان ڪان پوءِ شاعريءَ جي هر صنف جي فن ڪي سمجهڻ ۽ ان جي اسلوب ڪي سڪڻ ۽ پرکڻ ضروري آهي يعني هر صنف جو بحر وزن ۽ ان جي تاريخ ڪي ڄاڻڻ ان جي اصل وطن، ان جي خوبين ۽ خاصيتن جو ڄاڻڻ، ان جو فني ۽ فڪري اپياس ڪرڻ شاعريءَ جي هر صنف جي قافين ۽ رديف ڪي سمجهڻ يعني قافيو رديف ڇا آهي ۽ شاعريءَ لاءِ ڇو ضروري آهي.

شاعر ٻن قسمن جا ٿين ٿا هڪڙا جيڪي رڳو پنهنجي اندر جي اڌمن ۽ محبوب جي ثنا خاطر شاعري ڪندا آهن ٻيا اهي جيڪي عوامي ۽ قومي شاعري ڪندا آهن.

مارن، ديس مٽان ٿيندڙ ڏاڍ جي نندا ڪندي پنهنجي پون ۽ ۽ پون ۽ واسين جي حقن لاءِ هوڪا ڏيندا آهن. پنهنجي پون ۽ جي سماجي،

اقتصادي حالت بيان ڪندا آهن ۽ ڌرتيءَ جي هر حصي، هر شيءِ، چرڻ پرڻ سان پيار ڪندي انهن کي پنهنجي شاعريءَ جي ڪئنواس تي لفظن جي رنگن سان رنگين بڻائي امر ڪري ڇڏيندا آهن. ۽ عوامي، قومي ، انقلابي شاعر سڏرائيندا آهن.

دنيا جو سدا حيات شاعر لطيف شاعرن جو سرواڻ آهي جنهن پنهنجي شاعريءَ ۾ ڌرتي جي چپي چپي کي قلمبند ڪري تعريف ڪئي آهي. لطيف پنهنجي ڌرتي جي گاهن، وڻن، پکين کي به پنهنجي شاعري جي ڪئنواس تي سندر لفظن سان چٽيو آهي ته شاعريءَ ۾ ڌرتيءَ جي سماجي ۽ اقتصادي حالتن کي به بيان ڪيو آهي.

اسان جي سنڌ جي عوامي، قومي ۽ انقلابي شاعر گدائي به لطيف جو اهوگس ورتو آهي. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي سماجي ۽ اقتصادي حالتن جو ذڪر به ڪيو آهي ته سنڌ جي وڻن، پکين، گاهن، اناجن، جانورن جو به ذڪر ڪيو آهي. وڻ جيڪي ڌرتيءَ جا زيور به آهن ته ڌرتيءَ جي سونهن به آهن. پکي جيڪي پيار جا پيغامبر به آهن ته امن جي علامت به ۽ ٻنهن جو پاڻ ۾ سنبنڌ اصل کان وني آهي.

گدائي جي شاعريءَ جا ته هونءَ کوڙ پهلو آهن پر هتي اسان سندس شاعريءَ ۾ پکين ۽ وڻن جي پهلو کي اجاگر ڪندي سندس اهي شعر پيش ڪيون ٿا جيڪي وڻن ۽ پکين جي نشاندهي ڪن ٿا.

سندس شعرن ۾ ڪٿي ڪٿي وڻن ۽ پکين جو گڏيل ذڪر ڪيل آهي ته ڪٿي ڪٿي جدا جدا ڪيو ويو آهي.

هيٺ گدائي جا ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا جن ۾ گدائي وڏي ڪماليت ۽ ڏاڍي سهڻي انداز ۾ شعرن وڻن ۽ پکين جو ذڪر ڪيو آهي. هينئين شعرن ۾ رڳو وڻن جو ذڪر ٿيل آهي.

ٻير-پيريون، ڪجيون، ڪبڙيون به گويا باغ ۽ بستان،

ڪنڊيون، ڪرڙيون، ۽ ڪانڊيرا اسان لئہ سنبل و ريحان.

مٿين شعر ۾ گدائي وڻن جو ذڪر ئي نہ آهي ڪيو پر پنهنجي ڌرتيءَ جي وڻن سان پيار جو اظهار ڪري ٿو. هن کي ڌرتيءَ جا وڻ اتم لڳن ٿا، هو پنهنجي ڌرتيءَ جي وڻن کي بہ باغ ۽ بستان ۽ ڪانڊيرن کي سنبل جي برابر ٿو سمجهي.

گدائي جو هيٺ شعر پسو جنهن ۾ گدائي هڪ ئي وقت وڻ ۽ پکين جو ذڪر ڪيو آهي.

ڪبڙن جي لامن تي ويهي،<br>
ڪٽڇيون لات لنون تيون ڪيهي،<br>
گيرن جا گِٽڪار، اجا پي ساگيا ڙي.

مٿي پيش ڪيل شعر ۾ گدائي ڪبڙ، ڪٽڇي ۽ گيري جو ذڪر ڪيو آهي. گدائي وٽ جيئن تہ مشاهدو تمام گهڻو هئو ان ڪري هو جنهن ماحول ۾ رهيو آهي ان ماحول جي منظر نگاري پنهنجي شاعريءَ ۾ چٽن ۾ قيد ڪري ورتي آهي. ڪٽڇيءَ جو ذڪر ڪبڙ تي ويهڻ ۽ مخصوص انداز ۾ لات لنوڻ، گيري جا گِٽڪار ماحول کي ڪيڏو نہ سندر بڻائن ٿا ۽ جڏهن اهڙو منظر گدائي پنهنجي شعر ۾ پيش ڪري ٿو تڏهن شعر ذريعي اهو منظر اسان آڏو عڪس بڻجي روبرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

ڪاڪ ولهي تي مينڌرا، اچ ڪنور ڪوماٺا،<br>
سارينديءَ سائيهہ جا، هت ليون ۽ لاٺا،<br>
توبن سي راٺا، ڪنهن سان ڪندا ڳالهڙيون.



سانوڻ ۾ ٻيرن جي هيٺان، هت چا چئوياريون تينديون هون،<br>
چا ڏينهن سهانا هوندا ها، چا راتيون پياريون تينديون هون.



چا واھ تي پڳتيون لڳنديون ھون
مندرن، وٽ پپلن جي ھيٺان
ڪئين مست جوانيون ملنديون ھون.

مٿين شعرن ۾ ڪمالگيري سان گدائي وڻن جو ذڪر ڪيو آھي، ھيٺ ڪجھ شعر پيش ڪجن ٿا جن ۾ گدائي پکين جو ذڪر ڪيو آھي.

اڄ ٽانگ تار ڦلاريو، وھ وا بسنت بھاريون،
چا موج منجھان چونگاريو، ٽيون جھرڪيون پائن جھاتيون.

ان شعر ۾ ھڪ ئي وقت بھار جو ذڪر بہ آھي تہ شعر ۾ لفظي موسيقيءَ جو عنصر بہ ملي ٿو تہ پکي جهڙ جو ذڪر بہ آھي ان سان گڏ ھڪ سندر منظر بہ ملي ٿو.

جھرڪين جو چوچ منجھان چونگاري جھاتيون پائڻ ڪيڏو نہ سندر منظر آھي جنھن کي گدائي وڏي ڪمال فن سان چٽيو آھي.

ھيٺ شعر ۾ بہ گدائي ڪوئل جو ذڪر ڪندي ھڪ ناريءَ جي دل جي ڳالھہ ھيئن ٿو ڪري.

دور انديريءَ ۾ واجھايان، گھر سڪٽو ٿو ڪائي،
درد پريل ڪوئل جون دانھون، ڪان ھٽن ٽيون ڪاتيون.

ھيٺ شعر ۾ چيھي ۽ ڳيري جو ذڪر آھي، ساون وڻن تي چيھن جي چونگار جھڙن منظرن کي گدائي ڪيئن نہ لفظن جي موسيقي عطا ڪري بيان ڪيو آھي.

ڏار ڏار تي ڳيرا گھو گھو ڪن ڳائن ڳيچ خوشيءَ جا،
ساون ڇھچ وڻن تي ويھي چيھا ڪن چونگاريون.

ڪانگ کي سنڌ ۾ پيغام پھچائڻ/اچڻ جي علامت بہ سمجھيو ويندو آھي تہ پکين ۾ سندس پيغامبر جي حيثيت بہ حاصل آھي. گدائي بہ ڪانگ کي اھو شرف بخشيو آھي.

نڪي پاڻ آئين نڪي ڪو نياپو،
سوين ڪانگ تولئه سڄڻ مون اُڏاريا.

جڏهن ورهين ۾ برسات نه وسي ۽ ڏڪار جهڙي حالت اچيو وڃي تڏهن راڪاس گهمي وڃڻ جهڙو منظر لڳندو آهي، گدائي اهڙو ذڪر هيئن تو ڪري.

روهن ۾ راڪاس گهمي ويو،
مور اجايل ويا مري.

گدائي هتي علامتي انداز اپنايو آهي ۽ اهڙو ئي انداز هيٺ بي شعر ۾ به اپنايو اٿس.

انب جي ٽاريءَ تي هڪ طوطو،
مُنهن مونن ۾ پائي وينو.

گدائي جي شاعريءَ ۾ حقيقت نگاري ۽ سچائي آهي هن تصوراتي شاعريءَ بجاءِ حقيقي ۽ سچي شاعري ڪئي آهي، مشاهداتي شاعري ڪئي آهي، هو هيٺ شعر ۾ ڪوڙي ۽ سچي شاعر جي نشاندهي ڪري ٿو. هن شعر ۾ بلبل جو ذڪر به آهي.

ڪوڙو شاعر بلبل گل جا،
گيت ترانا ڳائي وينو.
سچو شاعر سور وطن جا،
وائيءَ ۾ ورجائي وينو.

گدائي سهڻي جي ڳيچي ۽ وارن کي تشبيهه ۾ هيئن بيان تو ڪري. هن شعر ۾ ڪونج جو ذڪر آهي.

ڳچي ڪونج جي وار پنيا ڪارا!
نگاهن ۾ شوخي هئي، آشڪارا!

گدائي ماروئڙن ۽ سانگيئڙن جو شاعر آهي هن پنهنجي هر شعر ۾ سندن

ترجماني ڪئي آهي هيٺ شعر ۾ سندن قسمت جو بيان ڪيو آهي ته باز ۽ ڳيري کي به علامت طور پيش ڪيو آهي.

قسمت ۾ غريبن جي اڃا آيو نه ڦيرو،
آ باز اڃا ڏاڍو ۽ ڪمزو ر آ ڳيرو.

گدائي نه رڳو ماروئڙن جي قسمت جي نشاندهي ڪئي آهي پر سندن حالت زار کي به شاعريءَ ۾ بيان ڪيو آهي ان سان گڏ کين همت ۽ اتساه به ڏنو آهي جيئن هيٺ شعر ۾ کين همتائيندي ۽اتساهيندي چئي ٿو هن شعر ۾ ڇېري جو ذڪر ٿيل آهي.

ڏن دولت تنهنجي تي ساٿي اڄ ڇېرن جو آڪيرو آ،
اٿ دور اُفق باڪ ڦٽي، ڏس اڀريو لال سويرو آ.

هيٺ شعر ۾ عقاب ۽ ڳيري جو ذڪر گدائي هيئن ٿو ڪري.

ڪمال آ اديبو اوهان جي قلم جو،
عقابن سان اٽڪيو وڃي نيٺ ڳيرو.

گدائي جي شاعريءَ ۾ جن پکين ۽ وڻن جو جهڙيءَ طرح ذڪر ٿيل آهي ان مان ظاهر ٿو ٿئي ته گدائي وڏو مشاهداتي ۽ گهڻ پهلوئي شاعر آهي.



# گدائي جي شاعريءَ ۾ تجنيس حرفي

تجنيس حرفي لاءِ عام معنيٰ ۾ هيئن چيو ويندو آهي ته شعر جي سٽ ۾ اهڙا لفظ هجن جن جا پهريان اکر هڪجهڙا سا گيا هجن.

مثال طور شعر جي سٽ جو پهريون اکر "ڏ" آهي ته اهڙيءَ طرح ڪجهه بيا لفظ به "ڏ" سان شروع ٿيندڙ هجن. اهڙي طرح جيڪڏهن سٽ "س" سان شروع ٿيندڙ آهي ته ان سٽ ۾ ڪجهه لفظ "س" جا هجن ته اهڙي شعر کي تجنيس حرفي چئبو.

هتي سوال هي ٿو پيدا ٿئي ته هر شعر ۾ تجنيس حرفي جو هجڻ ضروري آهي يا؟

جيتوڻيڪ ضروري نه آهي ته هر شعر ۾ تجنيس حرفي جو استعمال هجي پر شعرن ۾ تجنيس حرفي جو مطلب رکو هي آهي ته شعرن ۾ هڪ ته وڌيڪ خوبي سمجهي ويندي آهي، ٻيو ته شعرن ۾ هڪ قسم جو ترنم به پيدا ٿي پوندو آهي. اهو ترنم جيڪو لفظن جي شروعاتي اکرن سان پيدا

ٿيندو آهي.

اهڙيءَ طرح شعرن ۾ هڪ خاص قسم جي ڇڻ موسيقي پيدا ٿي پوندي آهي، جيڪا ڪن رس پيدا ڪندي آهي ۽ جيڪا پڙهندڙن توڙي ٻڌندڙن کي وڻندي آهي ۽ هو شعرن جو لطف حاصل ڪندو آهي.

## تجنيس حرفي لاءِ ضروري ڳالهيون

☆ شعرن ۾ ترنم لفظن جي لاڳاپي سان پيدا ٿيندو آهي. ان لاءِ ضروري آهي ته لفظن جو آواز نرم ۽ نازڪ، مٺو ۽ وڻندڙ هجي ڇاڪاڻ ته لفظ نرم نازڪ، مٺا ۽ وڻندڙ به ٿيندا آهن ته سخت، کهرا ۽ ڀوائتا به ٿيندا آهن.

☆ ان لاءِ ضروري آهي ته تجنيس حرفي جي شعرن ۾ اهڙا لفظ استعمال ڪيا وڃن جن کي پڙهڻ يا اُچارڻ وقت زبان ۾ اٽڪاءُ پيدا نه ٿئي. بلڪه زبان روانيءَ سان انهن کي پڙهي يا اُچاري سگهي.

☆ اهڙن شعرن لاءِ ضروري آهي ته ڪوبه لفظ غير مانوس يا اجايو نه هجي.

☆ هن لاءِ ضروري هي به آهي ته اهڙا لفظ گهڻو ڇڪي تاڻي يا دٻائي پڙهڻ وارا نه هجن، انهن جو اصل آواز ئي پڙهڻ وقت نڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته لفظن جي لاڳاپن جي ڪري ترنم پيدا ٿيندو آهي ۽ شعر ۾ ترنم پيدا ڪرڻ لاءِ لفظن جي چونڊ ۽ ترتيب ۾ لفظن جي انفرادي ۽ مجموعي آواز جو خيال رکڻ به ضروري هوندو آهي.

منهنجي خيال ۾ تجنيس حرفي کي سمجهڻ لاءِ مٿي ذڪر تشريح ڪافي آهي.

هاڻي هيٺ ان جو مثال شعرن ۾ ڏسون ٿا. سنڌي شاعريءَ ۾ تجنيس حرفي جا مثال شاهه لطيف جي شاعريءَ ۾ جڳهه جڳهه آهن. هيٺ شاهه لطيف جا ڪجهه بيت پيش ڪجن ٿا جنهن مان تجنيس حرفي سمجهڻ ۾ آساني ٿيندي.

موتي مران مَ ماءِ! موتڻ ڪان اڳي مران،
لڇي لالن لاءِ، شالَ پونديس پير تي.



ڏاگهن، ڏيرن، ڏونگرن، تنهي ڏنم ڏک،
سي سڀ پانيم سک، هيڪاند ڪارڻ هوت جي.

شاهه لطيف جا مٿيان بيت تجنيس حرفي جو اعليٰ مثال آهن، ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ انهن جي پڙهڻ سان زبان ۾ اٽڪاءُ ڪونہ ٿو ٿئي ۽ ٻيو تہ انهن مان شعري لطف بہ ملي ٿو.

سنڌ جا ڪافي پلوڙ شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ تجنيس حرفي جو استعمال سهڻي انداز سان ڪندا رهيا آهن.

گدائي سنڌ جو اهو پلوڙ شاعر آهي جنهن جي شاعريءَ ۾ هر شعري خوبي موجود آهي.

گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ تجنيس حرفي جو استعمال نهايت عمدو ڪيو آهي. هن جي ڪافي شاعري ان خوبيءَ جي ڪري لفظي موسيقي پيدا ڪري ٿي. سندس ڪجهہ شعر هيٺ ڏجن ٿا جن مان تجنيس حرفيءَ جو اعليٰ مثال ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

گڙ گڙ، گڙ گڙ، گوڙ گگن ۾، بوندن جا وسڪارا،
بجلي جا بادل ۾ چهبڪ، جهلڪا ڪن جهلڪاريون.



نگري نگري پاپ جو پاڇو شهر شهر انياءُ



ڪرڙ ڪندا ڏت ڏنئورا ساڳيا،
گولاڙ گلزار، اڃا پي ساڳيا ڙي.



گم گنڊير، للر ۽ لاٽيون،
ڏت ڏهاڙي، آٽيون ۽ چاڙهيون،
ويڙهيون ۽ ولهار، اجا پي ساگيا ڙي.



ڏاڍا هتي هيٺن تي سدا ويل وهائن،
هر وقت ستمگار ٿا سانگين کي ستائن.

مٿي جيڪي شعر گدائي جا پيش ڪيا ويا آهن انهن ۾ تجنيس حرفي کان علاوه رواني بہ آهي جيڪا گدائي جي هر شعر ۾ موجود آهي. مٿي پيش ڪيل شعرن ۾ انهن جي لفظن جا پهريان آکر تجنيس حرفي پيدا ڪن ٿا. جيڪي وري لفظي موسيقي پيدا ڪري شعري لطف ڏين ٿا جنهن ڪري پڙندڙ توڙي پڙهندڙ انهن شعرن مان مڪمل طور محظوظ ٿئي ٿو.

گدائي جا ڪجهہ پيا شعر هيٺ ڏجن ٿا جيڪي تجنيس حرفي جو اعليٰ مثال آهن.

مٺڙا محب الله جا سدا جواني ماڻ،
سڪيو ستابو هجين ڪڏين نہ ڪنهن جي ڪاڻ،
تنهنجي روح رهاڻ، سدا رهندي ساهہ ۾.



جيجل جوڳيئڙن، وڃڻ جون وايون ڪيون،
سنبت سهڻن جي ڏسي، اوتيو آب آڪين،
وڇوڙي ۽ ورهہ جا، پل پل پور پون،
موذي شال مرن، جانب جن جدا ڪيو.



وري ورندو واءُ، وري وسندا مينهن،
وڇوڙي جا ڏينهن، رهي رهندا ڪيترا.



اڇي عشق اماڙيون لاٿيون، ويون وهم گمان جون ٻاتيون،
اڄ ٽانگر ٽار ڦلاريو، وه واه بنست بهاريو.



ڇا چوڄ منجهان چونگاريو، ٽيون جهرڪيون پائن جهاتيون.



اڄ ٻه ساري رات رن ويئي مارئي،
سارو ملڪ ملير جو آيي واڳن وات،
ڪيي ڪوئي ڪات، ماري مانگر مڇ ڪي.

مٿي گدائي جا جيڪي ٻه شعر ڏنا ويا آهن تن جا پهريان اکر يا لفظن جي پهرين اکرن جي هڪجهڙائي ڪري شعرن ۾ ترنم پيدا ٿيو آهي جيڪو پڙهڻ وقت شعري لطف ڏي ٿو.

گدائي جو هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو جيڪو تجنيس حرفي جو اعليٰ مثال آهي ۽ جنهن ۾ رواني، روايت، لفظي موسيقي، هڪئي وقت موجود آهي.

اهڙا گهڻ شاعر هوندا آهن جن جي شعر ۾ هڪ ئي وقت هڪ ڪان وڌيڪ خوبيون هونديون آهن پر گدائي جي اها خاص سڃاڻپ آهي ته هن جي شعر ۾ هڪ ئي وقت هڪ ڪان وڌيڪ خوبيون موجود هونديون آهن.

گدائي جو هي بيت پڙهو جنهن ۾ هڪ ڪان وڌيڪ خوبيون موجود آهن.

اديون آءُ اڻجاڻ، مون سگت سڃاڻي نه ڪيو،
پرڏيهين جي پريت جي، هڏ نه هئي ڪا ڄاڻ،
آڌي رات اٿي ڪندا، لڪي لڏ پلاڻ،
آيل، آريءَ ڪاڻ، اڄ ڏونگر ڏورڻ آيو.

تجنيس حرفيءَ جي استعمال سان شعرن ۾ ميناج پيدا ٿيندو آهي، اهڙو ميناج ڪنن کي وڻندو آهي ۽ پڙهندڙ هڪ شعري لطف حاصل ڪندو آهي چاڪاڻ ته تجنيس حرفيءَ وارا شعر هڪ ته سليس هوندا آهن ۽ ٻيو ته هنن ۾ رواني ججهي هوندي آهي. گدائي جي شاعريءَ ۾ به ميناج موجود آهي اهڙو مثال مٿين شعرن ۾ پسي سگهجي ٿو.



بيت تنهنجا آيتون آهن

## گدائي جي پيٽائيءَ لاءِ عقيدت جي ورڪا

فرانس جي مشهور اديب جان پال سارتر هڪ هنڌ لکيو آهي ته "فنڪارن کي پنهنجي فن سان جوابدار رهڻ گهرجي. رڳو اها ڳالهه صحيح نه آهي، فنڪار کي فن توڙي ذرتيءَ سان جوابدار رهڻ گهرجي. هر فنڪار، هر اديب ۽ هر شاعر کي اهو فڪر، ادب ۽ شاعري ڏيڻ کپي. جنهن ۾ مڪمل فني گڻ ته هجن پر ان سان گڏ جيڪڏهن تخليق ۾ سماجي ملڪي حالتن ۽ حقيقتن جو پرتو ۽ اشارو نه ٿو ملي ته اها تخليق اڻپوري ۽ بي مقصد چئبي. ادب پوءِ اهو نثر هجي يا شاعري، اهو فني سونهن ۽ پابنديءَ سان گڏ مقصد وارو هئڻ ضروري آهي".

۽ اسان کي خوشي آهي ته سنڌ جا شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ فني ، فڪري گڻن جو خاص خيال رکندي سماجي ملڪي حالتن ۽ حقيقتن جو پرتو ۽ اشارو ڪيو آهي. پنهنجي شاعريءَ کي فني سونهن ڏني آهي ته مقصد واري به بڻائي آهي ۽ سماج جي جوابداريءَ تي به پورا لٿا آهن، سماج جي جوابداري، جنهن لاءِ ٽئگور چيو آهي ته "فنڪار کي سماج سان به جوابدار رهڻ

گهرجي".

اسان جڏهن سنڌ جي سنڌي شاعريءَ جو مطالعو ڪيون ٿا ته اسان کي شاهه لطيف کان وٺي گدائي تائين جا شاعر انهن قولن تي پورا لهندي نظر اچن ٿا. شاهه لطيف جي شاعري هر دؤر جي شاعري آهي ۽ سنڌي شاعريءَ کي اهو مان به حاصل آهي ته هن کي شاهه لطيف جهڙو اعليٰ پائي جو شاعر مليو جنهن کيس هميشه لاءِ امر بڻائي سنڌي ٻوليءَ تي به احسان ڪندي ٻوليءَ کي جياري ڇڏيو.

شاهه لطيف جي هر بيت وائي ۾ فني گڻ ۽ سماجي ملڪي حالتن ۽ حقيقتن جو پرتو ۽ اشارو ملي ٿو ۽ سندس سڄي شاعري سماج سان جوابدار رهي ٿي. انهيءَ ڪري ئي سندس شاعري امر آهي ۽ هر دؤر جي شاعري آهي.

شاهه لطيف جي شاعريءَ جو تاڃي پيٽو سنڌ جي ٻورهيت ۽ مارو ماڻهو جي جيوت جي ذڪر سان اٽيل نظر اچي ٿو. شاهه لطيف پنهنجي شاعريءَ جا پلو نه رڳو ڌرتيءَ جي مارن ماڻهن سان جوڙيا آهن پر پنهنجي دؤر جي سماج، ثقافت، اقتصاديات، سياسي تاريخ کي به پنهنجي شاعريءَ ۾ درج ڪري هر دؤر لاءِ اهو آسان ڪري ڇڏيو آهي ته جيئن هر دؤر سندس دؤر جي حالتن کان واقف رهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو سندس شاعري تاريخي حيثيت رکي ٿي.

لطيف جي شاعريءَ تي جنهن به ۽ جيڪا به تحقيق ڪئي آهي اها اجا برسات جي هڪ ڦڙي جيان حيثيت رکي ٿي. شاهه لطيف جي شاعري تحقيق جا دروازا کوليو دفتر ويڙهيندي پئي وڃي. پر پوءِ به شاهه جي شاعري هر تحقيق کان پوءِ ٻي تحققيق جا دروازا کوليندي ٿي وڃي، شاهه لطيف جو اڄ هر ڪوئي عقيدت مند ٿي ويو آهي سندس عظمت جي هاڪ دنيا ۾ آهي ۽ دنيا جا اديب، شاعر، نقاد، دانشور، داناءَ مٿس عقيدت جي ورڪا ڪري رهيا

آهن.

شاهه لطيف جي عقيدت مندن ۾ گدائي به اچي وڃي ٿو، گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ لطيف لاءِ عقيدت جي ورڪا هيئن ڪئي آهي.

اي ڀِٽائي گهوٽ سائين، سيد عالي وقار،
بحر وحدت جا شناور، شاعرن جا تاجدار،
سنڌ جي سانگين جا ساٿي، غمزدن جا غمگسار،
دائما تنهنجي دعا، ساڻيهه ۾ آٿي سڪار،
اي حڪيم سنڌ، توکي سنڌ ٿي ساري وري،
مارئي، سسئي ۽ سهڻي لڙڪ ٿي هاري وري.

شاهه لطيف جو مشاهدو گوڙهو هئو، هن سير سفر ڪري ديس ۽ ديس واسين جي سورن کي مشاهدي ۾ آڻي شاعري ۾ قلمبند ڪيو ته وري ماڻهن جي نفسيات کي پڻ سمجهي ورتو هئو ۽ سندن نفسيات مطابق کين هدايت پڻ ڪئي. لطيف جي دل فڪر ۽ غم سان ڀريل هئي ۽ ان غم جي احساس کي سمجهندي لطيف اهڙيون ته سٿون سرجيون جيڪي ماڻهن جي ڏکن، دردن جون نجات بڻجي ويون. گدائي به ان جو ذڪر ڪيو آهي.

آد ڪان توکي عطا، فطرت ڪيو فڪر بلند،
دل غم دوران ۾ تنهنجي ٿي سدائين درد مند،
معرفت جي راهه، تنهنجي بيت جو هر بند بند،
هر سخن پرسوز تنهنجو سادگي توکي پسند،
بيت تنهنجا آيتو ن آهن بلاشڪ آشڪار،
۽ رسالو آهي، دنيا جي ادب جو شاهڪار.

شاهه لطيف جي شاعري مارو ماڻهن جي ترجمان آهي ان ڪري جو لطيف

ماڻهن کي سمجهندي انهن جي ڏکن، ڏولاون، ڏوجهرن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيو. مارن جي ملڪ ۽ سانگين جي سورن جو ترجمان بڻيو.

گدائي به پنهنجي هڪ شعر ۾ ڀٽائي لاءِ ايئن ئي چيو آهي.

عام جي جذبن امنگن جو هميشه ترجمان،
ملڪ جي مظلوم مارن جو سدائين پاسبان،
سور سانگين جي ڪيو توکي سدا گريه ڪنان،
هر زبردستي جي آڏو شاهه تون ڪوهه گران.

شاهه لطيف جي امر شاعري جي عيوض ئي اڄ سندس عقيدت مند سندس مزار تي اچيو سلامي آهن. ان ڪري جو لطيف سندن ڏکن، ڏولاون، دلين جي ترجماني ڪئي آهي. گدائي اهڙو اسڪيچ هيئن چٽيو آهي.

لال لاکيڻا اوهان جو اڄ به آهي فيض عام،
عالم و فاضل مفڪر سڀ اچن بااحترام،
تنهنجي آتڻ تي اچيو هر سال ڪن سهسين سلام،
قرب مان ڪوڙين پڙهن ڪامل اچي تنهنجو ڪلام.

گدائي جيئن ته ڀٽائي جو عقيدت مند هئو ۽ ڀٽائي لاءِ عقيدت جي ورڪا پڙهي ڪئي آهي. گدائيءَ ڀٽائيءَ کان ڪجهه گهريو به آهي يعني اهو به عقيدت مند جي حيثيت سان ۽ اهو به سموري سنڌي قوم جو عيوضي بڻجي.

گدائي لطيف کي عرض ڪري چئي ٿو.

پيچ ڪو اهڙو ڀٽائي، سنڌ پنهنجي ۾ سڪار،
ملڪ جا مارو، مسرت سان وڃن ٿي همڪنا.

گدائي جي لطيف لاءِ هيءَ عقيدت ته ڏسو جيڪا حقيقت به آهي ته هيل تائين ڪو به شاعر لطيف جي هڪ بيت جي فن ۽ فڪر تي پهچي نا هي سگهيو.

سو ڪجن ديوان، تنهنجي بيت هڪڙي تان نثار

گدائي وڏيڪ لطيف لاءِ هيئن ٿو چئي.

تنهنجا بيت ۽ وايون بيشڪ آهن سڀ آيات،
آهي رسالو شاهه اوهان جو سارو سر سبحان،
سمجهڻ لاءِ ڪلام کي تنهنجي دفتر ٿيا درڪار،
دانشور دنيا جا آهن حيرت ۾ حيران،
روحاني رازن جو بيشڪ آهين بحر عميق،
روائيءَ جو سمجهو جنهن، تنهن حاصل ٿيو عرفان.

ان کان علاوه گدائي پون ۽ تي ٿيندڙ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ مارن مٿان ويل، هارين، نارين مٿان ٿيندڙ ظلم جي تصوير چٽي شاهه لطيف کي ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

تنهنجي ساٿيهه جي سائين ٿو مان تصوير چٽيان،
باغ جنت مان ليئو پائي سا سرڪار ته ڏس.
مارويون اڄ به هتي ڪوٽ ۾ آهن قابو،
ڏاڍ ڏاڍن جا ۽ عمرن سندا آزار ته ڏس.
اڄ به پورهيت کي ملي ڪين ٿو مانيءَ جو گيو،
ڪارِ ۾ اڄ به ڪري عيش ٿو بيڪار ته ڏس.



ڏاڍا هتي هيٺين تي سدا ويل وهائن،
هر وقت ستمگار ٿا سانگين کي ستائن،
مزدورن جي پورهئي تي پيا عيش اڏائن،
شب روز غريبن تي پيا قهر ڪمائن،
هن ديس جي ماڻهن تي ڏکي ويل آئي،
سرڪار پتائي.

آخر ۾ گدائي اميد ظاهر ڪئي آهي ته پتائي جيءَ عقيدت ۾ عرض ڪندي چيو آهي ته اهي دعائون آهن، صدائون آهن جيڪي ٿاب پون ۽ ديس تان ڏک

درد، ڏولاوا ڏور ٿين. گدائي عرض ڪندي لطيف کي چئي ٿو.

مقبول ٿين شاهه اوهان جون سي دعائون،

شل ٿاب پئون تنهنجون سڪارن جون صدائون،

رحمت جون وسن سنڌ تي گهنگهور گهٽائون،

۽ ڪاش ٿين ديس ٽان هي دور بلائون،

خدمت ۾ اهو عرض گذاري ٿو گدائي،

سرڪار ڀٽائي.



اگهنديون شال دعائون تنهنجون ورندو واءُ سڪارن جو،

آس انهيءَ تي گهوٽ ڀٽائي اڄ ڀي من پرچايون وينا.

گدائي شاهه لطيف لاءِ هيئن ٻه دعا گهري آهي، ڇاڪاڻ ته شاهه لطيف اهو مفڪر آهي جنهن قوم ۽ ڀون ۽ واسين جي سورن ۾ سندن ساٿ ڏنو، سندن ساٿي بڻيو، آزاديءَ جو گس ٻڌايو ۽ ٻڌيءَ ۽ ايڪي جو درس ڏنو. گدائي چئي ٿو.

جڳ جڳ جيئين شاهه ڀٽائي سنڌڙيءَ جا سلطان،

سانگيئڙن جا سورن ڀائي ساٿ ڏٺي سروان.



## گدائي جي نصيحت ڀري شاعري

نصيحت ڀري شاعريءَ مان مراد هيءُ آهي تہ شاعر سماج ۾ رهندي، سماجي حالتن کي مشاهدي ۾ آڻيندي پاڻ سان گڏ جيڪي رهندڙ سماج جا فرد آهن انهن کي سماجي، اخلاقي، آدرشي ڪا نصيحت ڪري.

جيئن تہ انسان جي اها فطرت ٿيئي رهي آهي تہ هو پنهنجي زندگيءَ جي وشال ميدان تي خواهشن جا گهوڙا ٿيئي ڊوڙائيندو رهندو آهي، انهن خواهشن جا گهوڙا، جيڪي هن جي ترقيءَ جا ضامن هجن ٿا يا وري اهي ترقي ڏانهن وڌندڙ پيرا ٿين ٿا... پر شايد انسان اهو سوچي، سمجهي نٿو تہ انسان جون سڀ خواهشون پوريون ٿيون بہ آهن يا اڻلندو هو پوئتي پوندو وڃي ٿو.

خواهشون، انسان جيئن تہ ڪري ٿو پر جڏهن هو پنهنجي وت کان مٿي جهڙيون خواهشون ڪندو آهي يا وري جيڪي ناممڪن هجن، انهن جي پورائيءَ لاءِ هر جائز ناجائز قدم کڻندو آهي تڏهن هو بي وقتي يا تڪڙي تبديليءَ جو شڪار ٿي ويندو آهي جنهن ڪري هو وڏيڪ انيڪ مسئلن ۾

ڦاسي وڃي ٿو.

۽ وري جڏهن انسان سماج اندر موجود غلط لاڙن جي حوالي ٿي وڃي ٿو، تڏهن هڪ سٺو شاعر ناصحائي (نصيحت ڀري) شاعري سرجيندو آهي ڇو ته شاعر به سماج جو هڪ فرد ٿئي ٿو، هن جي سماج کان الڳ ڪابه حيثيت يا سڃاڻپ نه ٿي رهي. ٽئگور چيو آهي ته

"سماج کان الڳ رهندڙ اديب بني نوع انسان سان آشنا نه ٿي سگهندو، گهڻن سان رهي جيڪو تجربو حاصل ٿئي ٿو، الڳ رهي اديب ان کان محروم ٿيو وڃي، سماج کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان جي سماج جي نبض تي هٿ رکون."

۽ هڪ سٺو ۽ جوابدار شاعر ئي سماج ۾ رهندي، سماج اندر غلط لاڙن جي نشاندهي ڪندو آهي ۽ انهن غلط لاڙن جي شڪار ٿيل فرد لاءِ نصيحت ڀري شاعري سرجيندو آهي ۽ اهائي نصحيت ڀري شاعري سماجي اخلاقيات جي تعمير ڪندي، سماج اندر غلط لاڙن کي ختم ڪرڻ ۾ اهم قدم ثابت ٿيندي آهي.

سنڌ جي عوامي شاعر گدائي جي شاعريءَ ۾ اسان کي اهو نقطو صاف ۽ چٽو ملي ٿو. جنهن لاءِ رابندر ناٿ ٽئگور چيو آهي ته "فنڪار کي سماج سان به جوابدار رهڻ گهرجي". سو گدائي پڻ سماج سان جوابدار رهيو آهي.

- گدائي شاعريءَ ذريعي نه رڳو سماج اندر غلط لاڙن جي نشاندهي ڪئي آهي، پر انهن غلط لاڙن کي ختم ڪرڻ جا گس به ڏنا آهن.

گدائي جي نصيحت ڀري شاعريءَ جا موضوع، محب، جستجو، اِنصاف، انسانيت سان پيار، انسان جي عظمت، هيٺي جو همراهي، اندر کي اجارڻ، انسان جو احترام، ميٺ محبت کي عام ڪرڻ، هاري، مزدور، همت حوصلو، بيداري جهڙا عظيم موضوع آهن. جڏهن ته انفرادي سوچ بجاءِ

اجتماعي سوچ رکڻ جو نقطو سندس شاعريءَ ۾ قوي موجود آهي.

گدائي قومي سوچ رکندڙ شاعر آهي جنهن ڪري هن هيشہ قوم لاءِ لوچيو، ۽ قوم تي ئي لکيو آهي. هن هر موڙ تي قوم جي رهبري ڪئي آهي، پنهنجي قوم جي فردن کي هن پڌايو آهي تہ اوهان جي طاقت جو سڄو سارو راز ئي اوهان جي ٻڌي ۾ آهي جيئن هيٺ هڪ شعر ۾ چيو اٿس.

سڀ راز اوهان جي طاقت جو آ يار سمايل ايڪي ۾،

جي ڇڙ ڇڙ ٿابا ٿينداسين هيءَ بازي هاري ويندا سين.

وري هيٺ هڪ شعر ۾ بشر جي احترام لاءِ ساٿين کي نصحيت ڪندي نظام جي تبديليءَ لاءِ سنيہائي ٿو.

اٿو تہ ساٿيو بدلايون هي نظام ڪهن!

جهان ۾ ڪجهہ تہ بشر جو بہ احترام ٿئي.

گدائي جي نصحيت ڪرڻ جو انداز جداگانہ آهي، يعني هو جنهن رنگ ۾ نصحيت ڪرڻ چاهي ٿو ان ئي رنگ ۾ رنگجي نصحيت ڪري ٿو. جيئن مارئي عمر جي ڏاڍائي ۽ هوڏ تي ڪيس ناصحائي انداز ۾ چيو هئو تيئن ئي گدائي بہ مارئي بڻجي عمر کي نصحيت ڪندي چئي ٿو.

عمر تيءَ نہ ا رڏو، چڱا ڪر چڱائي،

هلي ڪين هٺڙي، وڏن جي وڏائي،

ادا هن اجائي، ڪئين گهوٽ گهايا.

گدائي مٿين بيت ۾ هڪ ئي وقت نہ رڳو عمر لاءِ چئي ٿو پر اتي سماج ۾ رهندڙ سيني انهن ماڻهن کي بہ نصحيت ڪري ٿو جيڪي اڄ جي دوُر ۾ پڻ اجائي تي قائم آهن ۽ ان اجائي ئي سنڌي قوم کي نقصان پهچايو آهي، يعني گدائي هڪ ئي وقت سيني لاءِ، هر دوُر لاءِ، ان جي نصحيت ڪري ٿو.

گدائي هينين شعر ۾ و ري انقلابي رنگ ۾ نصحيت ڪندي چئي ٿو تہ انقلابي راهہ ۾ آزادي سرن جي قرباني گهرندي آهي، ڏرتي رت جو ريج

منگندي آهي، انهيءَ لاءِ ئي گدائي وطن سان محبت رکندڙن کي چئي ٿو ته.

اڳ ۾ وچي سين کان، سر رکج اڏيءَ تي،

محبت جو ميڙ آهي، ميدان اچ ملهائج.

وري ساٿيهه جي جوانن، شاگردن، مزدورن، هارين کي هڪ ئي هنڌ نصحيت کندي چئي ٿو، هن گيت جي بند ۾ نصحيت به آهي ته همٿائڻ به

ساٿيهه جا جوانو! جيجل جا پاسبانو!

شاگرد، نوجوانو! مزدور کسانو!

آزادگيءَ جو جهنڊو، ارض وطن ۾ کوڙيو،

هٿ ظلم جامروڙيو،

يونٽ جو بند ٽوڙيو.

گدائي پنهنجي قوم جي شاگردن کي مبارڪباد ڏيندي هيءُ نصحيت ڪري ٿو، هتي ٻڌيءَ جو درس پڻ ڏي ٿو.

اوهان آهيو ته آ ٻولي سلامت،

۽ سنڌي ماءُ جي لولي سلامت ،

گدائي جي گذارش ياد رکجو،

صفن کي صورت فولاد رکجو.

گدائي ڏکي موڙ تي ساٿين کي سجاڳ رهڻ جي نصيحت ڪندي کين چئي ٿو ته سجاڳ رهو ۽ اها خبر پڻ رکو ته متان صفن ۾ چور ۽ چڪار هجن.

ڪٺن آ موڙ، مگر ساٿيو سجاڳ رهو،

هجن صفن ۾ متان چور ۽ چڪار اچا.

اسان جو سنڌي هاري پنهنجي خراب مالي حالتن ڪري هميشه ائٽ جيان وهندو ڦرندو رهيو آهي جنهن ڪري کيس ملڪ جهان جي حالتن جي چڻ ته خبر ئي نه ٿي پئي، هو هميشه پيٽ گذر جي سامان کي گڏائڻ ۾ اهو وساري ويٺو آهي يا کيس خبر ئي نه آهي ته هي زماني جو چرخو هن جي ئي دم سان

هلي ٿو، هاري پنهنجي محنت سان دنيا کي شاهوڪار ڪندو ٿو اڃي پر پوءِ به پاڻ غربت جي گهاٽي ۾ پيڙهبو رهيو آهي، هاري جي ئي محنت ۽ پورهئي سان بلڊنگون ۽ پلازائون ٺهن ٿيون، شهر روشنيءَ سان منور ٿين ٿا پر ھن جي باوجود به هاري خود ڪچي گهر ۾ رهي ٿو جيڪو به روشنيءَ کان وانجهو هوندو آهي اهڙيءَ صورتحال ۾ گدائي هاريءَ کي نصيحت ڪندي چئي ٿو ته .

قبضي ۾ توکي آهي ڪيڏي نه يا رقدرت!
افسوس پر تو پنهنجي سمجهي نه آحقيقت!
اٿ، جاڳ اڄ دنيا کي ڏيکار پنهنجي طاقت!
هڪڙيءَ جهپٽ سان هاري، ڦيراءِ پنهنجي قسمت!
تنهنجي مٿان چريا هي غربت جو داغ ڪيسين!
رهندو مڪان تنهنجو، هي بي چراغ ڪيسين!

اسان جي وطن ۾ امير جا سڀ ساٿاري آهن، مذهب، ملان، سرڪار، پير مير، وڏيرا پر غريب جو ڪوبه ساٿاري نه آهي، امير وٽ هر قسم جي طاقت آهي پر غريب وٽ رڳو هڪ ئي طاقت آهي جيڪو آهي سندس ووٽ. اسان جي سادن هارين کان امير پير، وڏيرا اليڪشن جي موسم ۾ ووٽ نڳيو ڪامياب ٿيو هليا وڃن ٿا، پر غريب ووٽ ڏيڻ بعد ۾ ساڳي ڏکن پيري زندگي گهارڻ تي مجبور آهي.

گدائي هارين کي اهڙن موقعن تي خبردار ڪندي نصيحت ڪري ٿو.

جي خود ووٽ پنهنجي جو مختار ٿيندين،
يقينن حڪومت جو تون حقدار ٿيندين،
ڏيئي ووٽ پنهنجن کي ڪر بادشاهي،
وگرنه قريب آهي ساٿي! تباهي.



خبردار موگا نہ اڄ هار بازي،
نڳڻ ووٽ توکان، هي عيار آيا.

گدائي آزاديءَ کي خاص نعمت ٿو سمجهي تنهن ڪري ئي وطن وارن کي نصيحت ڪندي چئي ٿو تہ

خدارا قدر ڪيو هن جو، وڏي رحمت آهي آزادي،
خدا جي نعمتن مان، خاص نعمت آهي آزادي.

گدائي جتي هاري، مزدور، شاگرد کي نصيحت ٿو ڪري اتي پنهنجي ديس جي شاعرن کي بہ نصيحت ڪندي چئي ٿو تہ

اٿو شاعرو، اڄ ادب کي سنواريو!
پٽائي پلاري جي سنڌي جياريو!
ڏکي ديس وارن طرف پيي نهاريو!
ڪري دانهن چاره گرن کي پڪاريو،
وساريو ڪڏهن پيي نہ محنت ڪشن کي،
پچين هم وطن ٿو چا منهنجي وطن کي.



## گدائي جي شاعري ۾ پورھيت جو ذڪر

اسان جڏھن سنڌي شاعريءَ جي ابتائي دور توڙي موجوده دور تي ايياسي نظر وجھون ٿا تہ اسان کي اھا پليءَ پت پروڙ پئي ٿي تہ سنڌي شاعريءَ ۾ پورھيت طبقي لاءِ وڏو مانُ، اھميت، سيٺ محبت موجود آھي. سنڌي شاعرن پورھيت طبقي جي ھيءَ طاقت مڃائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آھي تہ ھن ڪائنات جو چرخو پورھيت جي محنت سان ڦري پورو ٿئي ٿو..

سنڌي شاعريءَ جا پلوَ غريب، ڪارن ڪوجھن، ميرن ۽ گدلن پورھيتن ۽ پنھوارن سانِ جڙيل آھن جڏھن تہ ھند ۽ يورپ جي شاعرن وٽ ديوين، علائقي جي راجائن ۽ امير طبقي جي خوشامند ۽ سندن تعريف ڪرڻ کان سِواءِ ٻيو ڪجھہ ڪونہ ھئو ڇاڪاڻ تہ ھنن اھو ان ڪري ٿي ڪيو جو ايئن ڪرڻ سان ڪين وڏا وڏا لقب ۽ انعام ٿي مليا.

جڏھن تہ ان دور ۾ ئي سنڌي شاعرن، بجاءِ انھن ماڻھن جي، ھنن غريب عوام، ڪانير، وادي، موچي، ڪوري، مھاڻي، ھاري ناري کي

پنهنجي شاعريءَ جو محور بڻايو ۽ سندن عظمت جو بيان ڪنهن لالچ ۽ لوڀ جي ڪيو آهي.

مغرب جي شاعرن وٽ عوامي شاعريءَ جو رواج گهڻو پوءِ پيو. وليم ورڊسورٿ جنهن پنهنجي شعري ڪتاب "سريلن گيتن جو مهاڳ" (Preface on lyrical poems) ۱۸۰۱ع ۾ ڇپايو. ۽ اهو پهريون مغربي شاعر هئو جنهن عوامي شاعري ڪئي ۽ پورهيت طبقي جي اهميت کي مڃيو. اهو دوُر سنڌ جي قومي شاعر شاهه لطيف جي فوت ٿيڻ کان اڌ صدي پوءِ جو هئو.

شاهه لطيف جي شاعري جو محور ئي پورهيت آهي. شاهه لطيف نه رڳو عوامي، قومي شاعر آهي پر هن پنهنجي دوُر جي سماجي، اقتصادي حالتن جو ذڪر به ڪيو آهي. شاهه لطيف کان پوءِ به ڪيترن ئي سنڌي شاعرن پورهيت جو ذڪر ڪيو آهي جن ۾ گدائي به پاڻ موکيو آهي.

پورهيتن ۾ هاري طبقو سڀ کان وڌيڪ ظلم جو شڪار ٿيندو رهيو آهي. هاري سردي توڙي گرمي ۾ سخت پورهيو ڪري ٿو ۽ ان جو نتيجو پوءِ به هي ٿو نڪري ته سندس بدن تي ڪپڙو پورو نه آهي، بک تي وينو آهي ۽ قرضائي آهي. وڏيرو توڙي ڪمدار جو مٿس مار موچڙو به آهي ته سندس محنت تي پنهنجو ڏاڙو به هٽي ٿو.

گدائي هاريءَ جي تصوير هيئن ٿو چٽي،<br>
نه ٻچڙن کي چولو، نه عورت کي چادر!<br>
نه پنهنجي بدن تي، لنگوٽي برابر!<br>
نه پٽڪو مٿي تي، نه پيرن ۾ پادر!



ڪيا مون سڄو سال، پورهيا ڪمايون،<br>
۽ آيو تي ڪمدار، پادر پسايون،

امیرن جي ڪتن بہ، ڪاڏيون ملايون،

پلئہ ڪين پنهنجي، پيون چار پايون.

گدائي پورهيت طبقي لاءِ تمام گهڻي شاعري سرجي آهي، جنهن مان ڪجهہ شعر هتي بيان ڪري رڳو نشاندهي ڪرڻي آهي تہ گدائي پورهيت کان جدا نہ آهي گدائي پورهيت لاءِ پاڻ پتوڙيندي نظر اچي ٿو ڇاڪاڻ تہ گدائي جي شاعريءَ جو محور بہ پورهيت ۽ عام ماڻهو آهي. گدائي پورهيت طبقي مٿان ٿيندڙ ڏاڍ جي تصوير پنهنجي شعرن ذريعي ڇٽي عام آڏو آڻيندو رهيو آهي.

ڇو بُکھر جي پورهئي تي، هٿڙي ڦر مار لڳل چوڌاري آ؟

الله جي ڌرتيءَ تي ساٿي، پئسي جي اجاره داري آ؟

ڇو بخت نڪمي جو روشن، مزدور جي قسمت ڪاري آ؟

خوشي ۽ عيش و راحت، سڀ ميسر خاص ماڻهن کي،

مگر مزدور ۽ هاري کي، نہ آهي ڪو قرار آيو.

گدائي جڏهن سماج ۾ بيداد ۽ پورهيت تي ڏاڍ ڏسي ٿو تڏهن خدا کي ڏوراپو ڏيڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهي.

خدائي ۾ تنهنجي هي بيداد ڪيسين؟

هي پورهيت نياڳا ۽ ناشاد ڪيسين؟

اتي گدائي ڏوراپي کان پوءِ اهو فلسفو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ جڏهن ماڻهو دانهون، ڪيهون، احتجاج ڪري ٿڪجي پوندا آهن تہ پوءِ هو هٿ ۾ هٿيار کڻي وڙهڻ لاءِ مجبور ٿيندا آهن هتي گدائي بہ اهڙو ذڪر ڪيو آهي.

اچي ٿو غريبن ۾ شان جلالي،

مزدورن هٿوڙو ۽ ڏاٽي سنڀالي.

مهانگائيءَ جو شڪار سنئون سڌو پورهيت طبقو ئي ٿيندو آهي. هو تہ سچو

سال ڪمائي به ڪا پونجي گڏ ڪري نه ٿو سگهي، هو روز ڪمائي روز کائڻ وارو طبقو، مٿان مهانگائي وڌندي وڃي ۽ سندس اجورو گهٽ رهي ته پوءِ ان موقعي تي سندس گهر ۾ ايندڙ، خوشي، غمي ۽ مٿان عيد ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني ملهائي سگهندو. اهڙو عڪس گدائي هيئن ٿو چٽي.

ڪهڙي وقت اٺانگي ساٿي، عيد اسان وٽ آئي؟
ڪنڌ اتو گيهه اٺليپ آهي، ڪپڙو چوٽ چڙهي ويو،
هر شيءِ جو ٿيو ملهه مهانگو، ڪيئن ڪجي پورائي؟

گدائي پنهنجي شاعريءَ ۾ نه رڳو پورهيت طبقي مٿان ٿيندڙ ڏاڍ جو ذڪر ڪيو آهي پر پنهنجي دوُر جي (Socio Economic) حالتن جي تصوير به چٽي آهي جيئن هيٺين شعرن ۾ ڏسو.

ڪرڙ ڪندا ڏٽ ڏنئورا ساڳيا،
ڪير مکڻ ۽ ڏنئورا ساڳيا،
گولاڙا گلزار، اجا يي ساڳيا ڙي.



ڳم ڳنڊير، للر ۽ لاٿيون،
ڏٽ ڏهاڙي آٿيون چاڙهيون،
ويڙهيون ۽ ولهار، اجا يي ساڳيا ڙي.



ڪن وٽ زردا مرغ برياني،
ڪنهن ڪي نا هي بصر سان ماني،
ڏاج ۾ ڪن جي آ عرياني،
ڪن وٽ دال نه ساڳ الا او،
پنهنجو پنهنجو ڀاڳ.

مٿين شعرن مان گدائي رڳو (Socio Economic) حالتن جو ئي ذڪر ناهي ڪيو پر ان وقت جي پورهيت طبقي جي حالتن ۽ سندن معاشي مسئلن جي تصوير ڪشي به ڪئي آهي. جنهن مان گدائي جي پورهيت طبقي سان سچي ڪميٽمينٽ جي خبر به پئي ٿي.



# گدائي جي روماني شاعري

رومان هڪ اهڙي حقيقت آهي جيڪو نه فقط انسان جي فطرت ۾ سمايل آهي بلڪه حيوان ۽ ٻين ساهه وارين شين ۾ ازلئون رهي ٿو. بس ان جي اظهار جا طريقا پنهنجا پنهنجا آهن.

انسان ان جو اظهار مختلف طريقي سان ڪري ٿو. ادب ان جي اظهار جو سگهارو طريقو آهي، ادب جي صنف شاعري ڪي خاص ڪري رومان جي اظهار جو بهترين طريقو چيو وڃي ٿو. نه رڳو چيو وڃي ٿو پر مڃيو به وڃي ٿو. جيئن ته شاعري شاعر جي جذبن ۽ اندر جي اڌمن جو اظهار ٿئي ٿي ۽ رومان به اندر مان ڦٽي نڪري ٿو ان ڪري شاعريءَ کي رومان جي اظهار جو بهتر طريقو چيو ويندو آهي.

سنڌ جي سنڌي شاعري ابتدائي دوُر کان وٺي رومان سان ڀري پئي آهي ان ڪري جو رومان شاعر جي فطرت ۾ ٿئي ٿو ۽ سندس شاعري جي

ابتدا ئي رومان سان ٿئي ٿي ان ڪري ته جو منجهس جماليات جو عنصر بين ڪان وڌيڪ هوندو آهي پر شاعر ته حسن جو پوڄاري آهي.

سنڌ جي عوامي شاعر گدائي جي شاعريءَ جي شروعات به رومانيءَ شاعريءَ سان ٿي. گدائي جي شاعري جو مجموعو "پيماني تي پيمانو" رومانيءَ شاعريءَ سان ڀريو پيو آهي سندس ٻين مجموعن ۾ روماني شاعري گهٽ آهي ڇو ته گدائي اڳتي هلي ديس ۽ ديس واسين سان پيار ڪيو ۽ انهن کي ئي پنهنجي شاعريءَ جو محور بڻايو.

عشق جي ڪشش هر انسان ۾ هوندي آهي پر عشق جي ڪشش شاعر ۾ ايتري ته هوندي آهي جو ان جو ڪو ماڻهو ئي نه ٿو ڪري سگهجي. اهو ئي سبب آهي جو شاعر ڪائنات جي ذري ذري کي محبت جي عينڪ پائي ڏسي ٿو ۽ اهڙي جماليات جو اظهار به ڪري ٿو. گدائي ۾ به عشق جي ڪشش تمام گهڻي هئي جنهن ڪري ئي ته هن سٺا جمالياتي شعر چيا آهن. جماليات سان ڀريل سندس هي شعر پڙهو.

سرخي سندس ڳلن جي چوري ملي آ گل کي،

ڳاڙهو گلاب ٿي پيو، رخسار جي نموني.

گلاب جي ڳاڙهي رنگ جي تشبيهه هر شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪئي آهي پر گدائي جي اها تشبيهه ڪيڏي نه مختلف ۽ سهڻي نموني تيل آهي. ٻين شاعرن پنهنجي پرين جي ڳلن جي رنگ کي گلاب جو رنگ چيو آهي پر گدائي اتي منفرد ڳالهه ڪندي گلاب جو رنگ پنهنجي پرين جي ڳلن کان چوري ورتل ٿو ٻڌائي سندس جمالياتي ذوق جو اظهار ڪيڏو نه سندر آهي.

محبوب جي جدائي عاشق لاءِ موت برابر آهي ۽ جدائي ۾ عاشق بيمار ٿي پوندو آهي ۽ هر وقت پيو محبوب کي ساريندو آهي، گدائي هيٺين پن شعرن ۾ اهڙو اظهار هيئن ٿو ڪري.

هيءُ رات فراق جي رشڪ قمر ڪٽي عاشق آهي آڪين تي بسر،
تنهنجي هجر ۾ عاشق خسته جگر، بيما به آ بيدار به آ.



تارا ڳڻيندي گذري رات پهاڙ جي، جيئڻ جدائي وارو عين عذاب آ.
گدائي وري پنهنجي سهڻي جي تعريف هيئن به ڪري ٿو ته مٽس ناز به.

هزارين دم بخود ٿيندا، هزارين هوش ڪان باهر،
سندم سهڻو جڏهن ڪوئي مٿان جلوه نما ٿيندو.

نظرون گهڻو ڪم ڪري وينديون آهن. محبوب جون اهي نظرون ڪڏهن پيار جا سنديس اماڻينديون آهن ته ڪڏهن وري اهي ئي نظرون تير بڻجي گهاءُ ڪري وجهنديون آهن ته وري اهي نظرون ظلم پريون به بڻجي وينديون آهن ۽ عاشق جي دل تي باه پاري ڇڏينديون آهن اهڙو ئي ذڪر گدائي پنهنجي هن شعر ۾ ڪيو آهي.

ظلم جون نظرون ڪٽي مون ڏي نهاريندو نه ڪر،
تيز نظر ساڻ دل تي باه پاريندو نه ڪر.

عاشق محبوب ڪي هر شيءُ ڪان اتم پائيندو آهي پئسي ڪان به ملڪ ۽ بادشاهت ڪان به مٿي. هو محبوب جي نظر عنايت ڪي قسمت جي جاڳي پوڻ ۽ گداگر ڪي سلطان سان تشبيهه ڏيندو آهي.

گدائي اهڙو ذڪر پنهنجي هڪ شعر ۾ هيئن ڪيو آهي اهو شعر سندس وقت ۾ رڪارڊ ٿيل آهي.

اوهان جي ٿئي جنهن تي نظر عنايت،
ته ساعت ۾ جاڳي پوي تنهن جي قسمت،
گداگر به هوندو ته سلطان هوندو.

انگل ڪرڻ، نظرن سان وار ڪرڻ، گهائڻ، رسڻ، ظلم جون نظرون ڪٽي دل تي باه پارڻ، جگر زخمي ڪرڻ اهي محبوب جا محبوب مشغلا آهن پر عاشق

ويچاري جي فطرت ۾ اهي سڀ سهڻ، ياد ڪرڻ ۽ محبوب کي پرچائڻ آهي جيئن گدائي چئي ٿو

جت ابرن جي تلوار هلي ۽ نازڪ نازڪ ڌار هلي،
اتي کهڙو گدائي چارو چلي، جت پيار به آ تڪرار.
جا نظر چپائي نشتر، تنهن زخم جگر کي دلبر،
پنهنجي دل جي خون سان اڪثر، راتيان ڏينهان تاتيون.
اچي عشق اماڙيون لاتيون
مون کي يار ماڻن سان ماري ڇڏيو،
ڪيل قول پنهنجو وساري ڇڏيو.



ابرن جي هڪ اشاري زخمي ڪيا هزارين،
بازار ۾ لڳي ويئي تلوار ويندي ويندي.



خلق خالق لاءِ دل ۾ پياريي ڪجهه ڌارجي،
ڪر خدا جو خوف دل ڪنهن جي ڏڪاريندو نه ڪر.

عاشق جي طبعيت ۾ وري هي به آهي ته هڪ ماڻهو يعني محبوب سان ملڻ واسطي پين ايرن غيرن سان به ملڻو پوندو آهي، محبوب خاطر پين جا طعنا ۽ سهما به سهڻا پوندا آهن، عاشق جي طبعيت ۾ پين جا طعنا سهي سگهڻ نه به هوندو آهي پر پوءِ به ڪيس برهه جي باهه اهڙن طعنن ۽ مهڻن کي سهڻ تي مجبور ڪندي آهي.

ڪلي ڪلي سرتيون ٽيون ساجن تنهنجا مهڻا مارن،
ڪير سهي ها سهما پر سڀ برهه سڻايون باتيون.

جدائي ۾ رهندي عاشق کي اها پڪ هوندي آهي ته جدائي هميشه رهڻي نه آهي. جدائي جا اهي ڏينهن ته ويتر عشق کي مظبوط ڪرڻ لئه ايندا آهن پر

اهي ڏينهن ڪجهه وقت جي خزان آڻي پنيان جنت جهڙي بهار آڻيندا آهن.

هميشه ڪين هي هوندا گدائي ڏينهن فرقت جا،

ڪڏهن ويران خانو باغ جن جي فضا ٿيندو.

۽ گهڻي جدائي کان پوءِ جڏهن وصل جا ڏينهن اچن ٿا يعني جدائيءَ جي خزان کان پوءِ سلڻ جي بهار اچي ٿي ۽ اهڙي نئي بهار جي هڪ رات جڏهن پرين پاڻ ۾ ملن ٿا تڏهن گذريل ڏينهن جا ڏوراپا به سامهون اچن ٿا.

وصل جا رات ڏوراپن ۾ سڄي وئي گذري،

سخت تڪرار ڪيو ڪنهن ڪيو دلدار ڪيو.

ڪڏهن ڪڏهن هيئن به ٿيندو آهي ته رنل يار کي عاشق جي موت جي خبر پهچائي ويندي آهي ته رنل يار بي پرواهي مان بي اختيار هيئن به چئي ڇڏيندو آهي.

ڪنهن يار کي چيو ته گدائي ويو مري،

سهڻي چيو ته ڇا ڪريان گر ويو پلي ويو.

جڏهن محبوب رنل رهي ۽ گهڻي ايلاز، ميڙ منٿ ۽ پرچائڻ باوجود نه پرچي ته پوءِ ڪيس عاشق مجبور ٿي هيئن به عرض ڪندو آهي.

جيئري گدائي سان نه نڀايئه ته خير آهي،

تربت تي قل پڙهي، به تي گوڙها ته هارجان ۽.

آخر ۾ گدائي جو هي شعر پسو. جنهن ۾ گدائي پرينءَ جي نيڻن جي مي ۾ سرشار به آ ته هوشيار به آهي. اهو گدائيءَ جو نئي ڪمال آهي ته هو مي سان سرشار هوندي به هوشيار آهي. سندس اهڙي تشبيهه پين شاعرن جي شاعريءَ ۾ گولڻ سان به ڪونه ٿي ملي.

گدائي ديواني، مستاني، بيگاني، سرشار ۽ هوشيار جهڙا هم قافيه لفظ هڪ ئي شعر ۾ کڻا نه ڪاريگريءَ سان استعمال ڪيا آهن جيڪي

شعر ۾ لفظي موسيقي به پيدا ڪري رهيا آهن.

تنهنجي چشم سياهه جو ديوانو، تنهنجي مست نگاهه جو مستانو،

دنيا ڪان يگانو بيگانو، سرشار به آ هوشيار به آ.

گدائي جي روماني شاعريءَ مان ظاهر ٿو ٿئي ته گدائي رومان بابت گهرو مشاهدو ٿو رکي، هن جا رومان بابت ويچار پڪا ۽ پختا آهن.



# گدائي جي مزاحمتي شاعري

قومن جي بقا جو دارومدار جتي هٿيار بند مزاحمت تي آهي اتي ادبي مزاحمت جي به هڪ خاص حيثيت آهي، قومن جي بقا لاءِ ادبي مورچي جي پنهنجي اهميت آهي.

جنهن قوم وٽ ادبي مورچو نه آهي اها قوم پنهنجي بقا نه ٿي ڪري سگهي ڇو ته ادبي مورچو مزاحمت ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿو.

ادب نه رڳو انسانيت کي سنواري ٿو، معاشري ۾ موجود براين توڙي اوڻاين جي نشاندهي ڪري ٿو، تفريح پهچائي ٿو پر قوم جي بقا لاءِ هڪ ڏکهي مزاحمت به ڪرڻ جي سگهه رکي ٿو.

ادب قوم ۾ سجاڳي پيدا ڪري ٿو، همٿائي ۽ مزاحمت جو حوصلو ڏيئي گس ۽ چارا ٻڌائي ٿو.

سنڌ به پنهنجي بقا لاءِ هر وقت مزاحمت ۾ رهي آهي سنڌ صدين

ڪان مزاحمت ڪندي پيئي اچي ۽ ان ۾ خاص ڪردار سنڌي ادب جو رهيو آهي.

سنڌي ادب پنهنجي مورچي تان جتي مزاحمت ڪندو رهيو آهي اتي قوم کي سجاڳ ڪرڻ ۽ همٿائڻ جو ڪردار به ادا ڪيو آهي. ان مورچي جا سنڀاليندڙ اديب پنهنجو پنهنجو ڪردار ڏاڍي دليريءَ سان ادا ڪري ويا آهن/ ڪري رهيا آهن.

انهن اديبن ۾ سنڌ جي سجاڳ ۽ باهمت شاعر گدائي جو ڪردار هڪ وڏي اهميت رکي ٿو.

گدائي انگريزن کان وٺي ون يونٽ تائين سنڌ جي بقا لاءِ ادبي مورچو عملي طور سنڀاليندو رهيو.

سنڌ ڌرتي تي ٿيندڙ ڏاڍ اڳيان گدائي مزاحمتي ڪردار ادا ڪري سنڌين کي سجاڳيو ۽ همٿايو.

سنڌ جيڪا صدين کان پنهنجي بقا جي جنگ جوٽيندي مزاحمت ڪندي آئي آهي ۽ هر مزاحمتي دؤر ۾ هوءَ پنهنجا سچاسپوت ميدان تي آڻيندي رهي آهي، سياست جو ميدان هجي، يا ادبي ميدان هجي، سنڌ جي سپوتن هميشه پاڻ ملهايو آهي. دودو، هوشو، هيمون، حيدر، شاه لطيف، سچل، اياز، استاد بخاري، منشي ابراهيم پنهي ميدانن ۾ خوب ملهايو ۽ انهن سان ساٿي رهيو اسان جو باهمت شاعر گدائي.

سنڌ تي هميشه راتاها هنيا ويا آهن، اهڙا راتاها انگريزن جي دؤر ۾، ون يونٽ دؤر ۾ ۽ سنڌي مهاجر جهيڙي واري دؤر ۾ خوب هنيا ويا.

انهن دؤرن ۾ جتي سياسي مورچي تان سنڌ پنهنجو خوب ڪردار ادا ڪيو اتي ادبي مورچي تان به خوب لڙيو ويو. انهن دؤرن ۾ نه رڳو سياسي مزاحمت ڪئي وئي بلڪه ادبي مزاحمت به خوب ڪردار ادا ڪيو.

اڌبي مزاحمتي مورچي ۾ بين اديبن ۽ شاعرن ۾ گدائي اڳيرو

رهيو.گدائي هڪ ئي وقت مزاحمتي شاعريءَ ۾ مزاحمت به ڪري ٿو ۽ همٿائڻ، هوشيار ۽ خبردار رهڻ جو درس به ڏي ٿو.

گدائي ڌرتيءَ جو سچو شاعر آهي ۽ سچو شاعر پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ ۽ پنهنجي جان جو نذرانو ڏيڻ ڪان ڪڏهن به ڪين ڪيٻائيندو آهي، هن اهڙو اظهار پنهنجي شاعريءَ ۾ جا بجا ڪيو آهي.

اجا ڪجهه خون سان پيو ڪيڏيون آهن مون کي هوليون،

اجا سيني تي کائڻ ڏي مون انگريزن جون گوليون.

سچو شاعر پنهنجي ڌرتيءَ جي عشق ۾ ايڏو ته يقين ڪندو آهي جو هو سندس قسم کڻڻ پنهنجو ايمان سمجهندو آهي، ۽ هنجي عشق ۾ هو پنهنجو سر قلم ڪرائڻ ته قبوليندو آهي پر سندس ساٿ ڇڏڻ ڪفر سمجهندو آهي سنڌ ڌرتي اهڙا ڪيترائي عاشق پيدا ڪيا آهن جن ۾ گدائي سرفهرست آهي پنهنجي سنڌ سان نينهن نڀائيندي چئي ٿو.

جيئي سنڌ! جيجل جو آهي قسم،

ته جيسين آ سينو ۽ سيني ۾ دم،

ٿئي ديس خاطر جي سر پيو قلم،

ساٿ هلندو رهي لاٿ برندي رهي.

۽ گدائي پنهنجي زندگيءَ جي آخري ڏهاڙن ۾ به اهو ساٿ جاري رکيو ۽ اها لاٽ روشن رکي. هن جو سنڌ ڌرتيءَ سان عشق جو اهڙو اظهار ۽ مزاحمت جو انداز هن گيت جي بند مان لڳائي سگهجي ٿو.

هن ڌرتيءَ خاطر مرنداسون،

هن ڌرتيءَ خاطر جيئنداسوان،

سقراط جيان جي زهر مليو،

ته به کلندي کلندي پيئنداسون.

۽ سندس گيت جو هي بند ٻہ پسو.

هن ديس تي تن من واريندس،

هن ديس جا دشمن ماريندس،

گهر ٻار ٻچا قربان ڪري،

هن ديس تي خون ٻہ هاريندس.

گدائي ڏاڍ اڳيان ڪڏهن ٻہ نہ جهڪيو ۽ نہ آڻ مڃي. هن ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ اڳيان وڏي واڪ للڪاريو آهي تہ سنڌ دشمن کي پڻ چيو آهي تہ

ڦوڳ نياڳو بيشڪ حيلا لک هزار هلائي ويٺو،

سنڌ نہ مرندي جيئري رهندي پل ڪو زور لڳائي ويٺو.

يا وري ديس دشمن کي هيئن ٻہ للڪاريندي چئي ٿو.

تون ڪنهن ڪنهن کي خاموش ڪندين،

هي ملڪ تہ آ منصوّر سڄو.

گدائي ديس دشمن سان مزاحمت ڪندي ڪين هيئن ٻہ چئي ٿو.

دودا دريا خان اٿي پيا،

هوشو حيدر خان اٿي پيا،

سنڌو جا سروان اٿي پيا،

ڪيتن مان طوفان اٿي پيا،

هاڻي پنهنجو پاڻ سنيار.

وري گدائي پنهنجي ديس جي جوڌن جي سورهيائي پيش ڪندي دشمن کي چئي ٿو.

ڇال ڏيئي اڄ ڇورا جاڳيا،

ڪوٽ ڪنداسي ڀورا ڀورا

سورهيہ سر ڪان ڏار، اچا پي ساڳياڙي.

ڪير آهي جو ڪوڙن جو رستو جهلي!
نه گولي نه بندوق جن ڪي پلي،
قافلو ڪر ڪنيو شان سان پيو هلي.

ون يونٽ جي دؤر ۾ گدائي نهايت ئي وڏي دليريءَ سان مزاحمتي ڪردار ادا ڪيو، جڏهن سنڌ ون يونٽ جي لوڙهي ۾ سوگهي ۽ محدود ڪئي وئي تڏهن گدائي چيو.

يونٽ ۾ ڪين رهندي آزادسنڌ ٿيندي،
ساٿيهه ۾ گدائي ساڳي بهار ايندي.

ون يونٽ دوران سنڌي اديبن، شاعرن ڀرپور ويڙهه وڙهي جنهن سبب سنڌ ون يونٽ جا لوڙها لتاڙي وري آزاد ٿي ۽ ساٿيهه وري پنهنجي من اڱڻ تي بهار آندي تڏهن اديبن شاعرن ۾ سرهائي آئي ۽ گدائي به اهڙي سرهائي محسوس ڪئي ۽ اهڙو اظهار هيئن ٿو ڪري.

وڙهي تيز طوفان ۽ موجن سان همدم،
وجي نيٺ بيڙو ڪناري چڏيوسين.

۽ اها اديبن ۽ شاعرن جي ئي ويڙهه ۽ مزاحمت جو ڀرپور حصو هئو جو نيٺ سنڌ مٿان ون يونٽ جو ڳٽ هٽيو ۽ نيٺ سنڌ وڙهي پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ هن ڀيري به پنهنجي مزاحمتي رول سبب سوڀاري ٿي ۽ پنهنجي بقا وري قائم رکي.



کير آهي جو ڪوپن جو رستو جهلي!
نه گولي نه بندوق جن ڪي پلي،
قافلو ڪر ڪنيو شان سان پيو هلي.

ون يونٽ جي دور ۾ گدائي نهايت ئي وڏي دليريءَ سان مزاحمتي ڪردار ادا ڪيو، جڏهن سنڌ ون يونٽ جي لوڙهي ۾ سوگهي ۽ محدود ڪئي وئي تڏهن گدائي چيو.

يونٽ ۾ ڪين رهندي آزادسنڌ ٿيندي،
ساٺيهه ۾ گدائي ساڳي بهار ايندي.

ون يونٽ دوران سنڌي اديبن، شاعرن ڀرپور ويڙهه وڙهي جنهن سبب سنڌ ون يونٽ جا لوڙها لتاڙي وري آزاد ٿي ۽ ساٺيهه وري پنهنجي من اڱڻ تي بهار آندي تڏهن اديبن شاعرن ۾ سرهائي آئي ۽ گدائي به اهڙي سرهائي محسوس ڪئي ۽ اهڙو اظهار هيئن تو ڪري.

وڙهي تيز طوفان ۽ موجن سان همدم،
وڃي نيٺ ٻيڙو ڪناري چڙهيوسين.

۽ اها اديبن ۽ شاعرن جي ئي ويڙهه ۽ مزاحمت جو ڀرپور حصو هئو جو نيٺ سنڌ مٿان ون يونٽ جو ڳٽ هٽيو ۽ نيٺ سنڌ وڙهي پنهنجو پاڻ کي آزاد ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ هن ڀيري به پنهنجي مزاحمتي رول سبب سوڀاري ٿي ۽ پنهنجي بقا وري قائم رکي.



# اڄوڪي سماج جو عڪس پسائيندڙ
# گدائي جي شاعري

اڄوڪيَ سماج تي هڪ نظر وجهڻ سان اها پڌري پٽ پروڙ پوي ٿي ته اڄ جي سماج ۾ اهڙيون بيماريون وڏي ڪري ناسور بڻجيَ ويون آهن جيڪي انسانيت لاءِ انتهائي هاڃيڪار ثابت ٿي رهيون آهن/ٿيون آهن ته ڪي وري پلجي جوان ٿي رهيون آهن ناسور بڻجڻ لاءِ. اهي ناسور سماج کي ويتر بگاڙي رهيا آهن ته انسانيت جي ايذاءُ لاءِ ويتر وڌيڪ سامان مهيا ڪري رهيا آهن.

سماج ۾ جڏهن تبديلي اچي ٿي ته ان جو سنئون سڌو اثر انسان تي پئي ٿو، جن ۾ باشعور طبقو يعني اديب، شاعر به شامل آهي.

سماج ۾ ايندڙ هر تبديلي ۽ هر حرڪت کي اديب، شاعر پين ڪان

وڏيڪ سمجهي ۽ پروڙي ٿو، انهيءَ ڪري هو سماج ۾ ٿيندڙ هر حرڪت جو مشاهدو ڪري ٿو ۽ اهڙو مشاهدو پنهنجي لکڻين ذريعي عام ڏانهن ڪٺي اچي ٿو ۽ ڪيس آگاهي ڏي ٿو.

سماج ۾ پلجندڙ هر بيماريءَ ڪي هر شاعر پسي ٿو، مشاهدي ۾ آڻي ٿو پر ڪي ڪي شاعر اهڙا هوندا آهن جيڪي انهن بيمارين ڪي پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي اعليٰ ڏانءُ سان بيان ڪري، عام ڪي خبردار ڪندا آهن. اهڙن ڪامياب شاعرن مان گدائي به هڪ آهي.

گدائي جي شاعري جو پس منظر

گدائي جو جنم ١٩٠١ء ۾ ٿيو جيڪو انگريزن جو دور هئو. ان وقت گدائي جي پون ۽ ڏارين هيٺ هئي ۽ ڏارين جي ڏاڍ جي چڪيءَ ۾ پيسجندي ٿي رهي، ماڻهن ۾ بيچيني، هروقت اٿ ٽڪ، فساد، ڏوهه، بدامنيءَ سان گڏوگڏ لاچاري ۽ بي وسي، اڪيلائي، گهٽي هئي. ماڻهو غير محفوظ ۽ لاچار هئا ته ٻي طرف ديسي وڏيرن ۽ جاگيردارن ديس واسين ڪي هر طرح سان ڏنگيو ۽ تنگ ڪيو ٿي. انهن هارين نارين تي ڏاڍ ڪيا ته انگريزن عام ماڻهن تي ويل وهائيا.

مفاد پرستي، دغابازي، چڙوچڙائي ماڻهن ۾ عام رهي، ڏاڍ ۽ آمريت، بي روزگاري، مهانگائي، نسلي فساد، مذهبي فساد ۽ ٻيا ڏوهه به عام رهيا ته ايڪي ٻڌي، تعليم، جاڳرتا ۽ انسانيت جي احترام جو فقدان به رهيو.

۽ اهڙي دور ۾ هڪ سچي، کري، ايماندار ۽ باهمت شاعر جو پيدا ٿيڻ به لازمي امر آهي. گدائي اهڙي دور ۾ پيدا ٿيو. هن جڏهن سنسار ۾ اهڙو وهنوار ڏٺو ته هن جي اندر جو شاعر پڙڪو ڏيئي پر سهائي وني اڏاٿو ۽ امن جي علامت بڻجي سچي سنڌ ۾ ڇائنجي ويو.

گدائي ماڻهن ۾ ميٺ محبت، امن شانتي، ايڪي ٻڌي ۽ تعليم جو درس ۽ گس جو ڏانءُ ورهايو ته انسانيت جي عظمت جي پرچار ڪئي ۽ نسلي،

مذهبي فسادن ڪي انسانيت جي تباهيءَ جو ڪارڻ ڪري ٻڌايو ۽ آزاديءَ جو علم به بلند رکيو.

جڏهن انگريزن هندستان مان پير پٽيا ته دنيا جي نقشي تي به نوان ملڪ اُڀري آيا. آزاديءَ کان پوءِ گدائي توقع رکي ته سماج ۾ پلجندڙ بيماريون پاڻ مرادو ختم ٿي وينديون ڇوته گدائي انهن کي غلاميءَ جو ڪارڻ سمجهيو ٿي پر ائين ٿيو ڪونه. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ سنڌس صوبو ٿي رهي. جنهن ۾ ساڳيا ئي نسلي، مذهبي فساد، بيماري، بي روزگاري، ڏاڍ ۽ آمريت ۽ ٻيا ڏوهه جاري رهيا.

تڏهن اهڙو ماحول ڏسي گدائي ويتر لڇيو ۽ هن جي قلم ۾ زوردار جنبش آئي ۽ ايڪي، ڀائيچاري، امن جو پيغام عام ڪرڻ لاءِ گدائي اڳ کان اڳرو ٿي پاڻ پتوڙيو.

## موجوده دوُر:

جڏهن اسان اڄ جي دوُر کي ڏسون ٿا ته اسان کي ساڳيا ئي واقعا ۽ ساڳيون ئي حالتون نظر اچن ٿيون بلڪه اڃا به وڌيڪ خراب حالتون ٿي ويون آهن. بک، بيماري، بي روزگاري، دهشتگردي، نسلي، مذهبي فساد، اغوا جاري آهن. اڄ اسان جڏهن گدائي جي شاعري پڙهون ٿا ته ائين ٿو لڳي ڄڻ گدائي زنده هجي ۽ شاعري ڪندو هجي.

## آمريت ۽ ڏاڍ خلاف:

گدائي جي شاعريءَ جو هڪ پهلو هي به آهي ته هن شروع کان وٺي آمريت ۽ ڏاڍ خلاف پنهنجي قلم ذريعي ان کي نندڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي انگريزن جي ڏاڍ ۽ آمريت واري دوُر ۾ گدائي پنهنجي قلم مان هي آواز ڪڍيو آهي.

اڃا ڪجهه خون سان پيي ڪيڏئيون آهن مون ڪي هوليون،
اڃا سيني تي کائڻ ڏي مون کي انگريزن جون گوليون،

اجا سياد ڪان ڪسٽو وڙهي آ گلستان پنهنجو،
اجا آزاد ڪرڻو ديس آ، جنت نشان پنهنجو.



هن ڌرتيءَ خاطر مرنداسون،
هن ڌرتيءَ خاطر جيئنداسون،
سقراط جيان جي زهر مليو،
ته به ڪلندي ڪلندي پيئنداسون.

جڏهن گدائي جو ديس انگريزن ڪان آجو ٿيو تڏهن گدائي خوش ٿيندي هيئن اظهاريو.

وڙهي تيز طوفان ۽ موجن سان همدم،
وڃي نيٺ ٻيڙو ڪناري چڙهيوسين.

انگريزن ڪان آزادي ماڻيندي هندستان ۽ پاڪستان دنيا جي نقشي تي ابري آيا پر سنڌ ۾ پوءِ به ساڳيون حالتون رهيون تڏهن گدائيءَ چيو.

آزادي آئي، پر ماڳ نه موٽي مارئي،
سنگهارن جي سات ۾، ڪانهي سرهائي،
اج به هيٺن سان هلن، ڏاڍا ڏاڍائي،
ندڙڪن سان روز ڪن، عمر ارڏائي،
سڪر سٽائي، ناهي ملڪ ملير ۾!



آزاديءَ آندا سنيها سورن جا،
بکن بيمارين ڪيا مارونڙا ماندا،
پل نه هڪ واندا، ٻيي جي ڳٽي ڪان.

## مذهبي فساد:

مذهبي فساد گدائي جي دؤر ۾ به هئا ته اج به موجود آهن، هندو

مسلم فساد پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ به وقفي وقفي سان ٿيندا رهن ٿا، ڪڏهن بابري مسجد جي شهيد ٿيڻ تي ته ڪڏهن ڪشمير ۾ درگاهه حضرت بل جي شهيد ٿيڻ تي ته وري سنڌ ۾ مندرن کي ڊاهڻ جي صورت ۾. ان ڪان علاوه سنڌ ۾ دهشتگردي، نسلي فساد، ڌاڙا، ڦرون، اغوا، ٿيندا رهن ٿا.

اسان جي سنڌي قوم امن پسند ٿي رهي آهي هن هر مذهب سان محبت ٿي ڪئي آهي ته غير مذهبي ماڻهن سان سٺي نموني، نياز نوڙت سان پئي پيش آئي آهي پر پوءِ به ڪن شرپسندن ماڻهن جي شر جي ڪري مذهبي فساد ٿيندا رهيا آهن.

هتي گدائي جا ٻه شعر پيش ڪجن ٿا، هڪ ۾ گدائي سنڌي قوم جي اها تصوير چٽي آهي جيڪا امن پسند ۽ نياز نوڙت رکندڙ آهي، ٻئي شعر ۾ شرپسندن جي تصوير به چٽي آهي.

نه ڪنهن مسجد ۽ مندر تي هلي تلوار هئي،
مگر هر قوم پنهنجي ڌرم ۽ مذهب تي راضي هئي،
اسان جو پاڙ ۾ ميٺاج هو، الفت ۽ ايڪو هو،
نه هت باجي تي جهڳڙو هو، نڪو شڌي جو ليڪو هو.



شريرن، شرپسندن، پر هتي هڪ چٽنگ ٻاري آ،
شريفن ۾ آ بيچيني، دلين ۾ انتظاري آ،
هراس آ سينڻي چهرن تي، دلين تي خوف طاري آ،
جتي ڏس بي يقيني آ، جتي ڏس بيقراري آ.



مهانگائي، بک، غربت:

گدائي جي دور ڪان وٺي هيل تائين سنڌ ۾ بک، بيماري ۽ مهانگائي موجود رهي آهي ۽ ان جو سڀ ڪان وڏيڪ شڪار هاري ناري،

مزدورِ ۽ پورهيت طبقو ئي ٿيو آهي ايسيتائين جو هنن وٽ عيد جهڙي تهوار ملهائڻ لاءِ به ڪجهه نه ٿو بچي جو هو عيد جو تهوار ملهائي سگهن گدائي ان موقعي تي اهڙي حالت ج عڪس هيئن ٿو پسائي.

نه ٻچڙن ڪي چولو، نه عورت ڪي چادر!
نه پنهنجي بدن تي، لنگوٽي برابر!
نه پٽڪو مٿي تي، نه پيرن ۾ پادر!



اميرن جي ڪتن به ڪاڌيون ملايون،
پلئه ڪين پنهنجي، پيون چارپايون.
ڪهڙي وقت اٿانگي ساٿي عيد اسان وٽ آئي آ،
اٽو، لٽو، گيهه اٿليُ آهي ڪپڙو چوٽ چڙهي ويو،
هر شيءِ جو ٿيو ملهه مهانگو ڪيئن ڪجي پورائي.



سڄو سال جي ڪن مشقت ڪمايون،
پلئه ڪين تن جي پون چارپايون،
اڇن تن تي ڪمدار پادر پسايون،
نڪمن جا ڪتا به کائن ملايون،
تڪر پور ڪونهي، ته محنت ڪشن ڪي!
پڇين هم وطن تو چا منهنجي وطن ڪي؟

اهڙيءَ طرح گدائي جي نظم اسان جي عيد ۾ به اهڙو ئي ذڪر ٿيل آهي. گدائي جو هي سڄو سارو نظم ان ئي موضوع تي لکيل آهي، ان نظم مان ڪجهه بند هيٺ پيش ڪجن ٿا.

نرالي رنگ ۾ هن سال آئي عيد قرباني!
اها ئي تنگ دستي آ اهائي تنگ داماني.

جي ڪائي آ ته گيهه ڪونهي جي گيهه آهي، اتو غائب!
ڏنئه ڪهڙي خدايا هي غريبن کي پريشاني.
ڏهاڙو خير و برڪت جو، گهرن ۾ روج ۽ ماتم،
عجب آ رحمت حق، تنهنجي رحمت جي فراواني!
مٺايون برف ۽ شربت اي مولا، چاڪنداسون پر،
ميسر ڪين ٻارن کي رکي ڪ ڪٽڪ جي ماني،
جتي جمهوريت سان هر گهڙي هاچا ٿين همدم،
اتي مزدور مسڪين کي ميسر ٿئي ڪٿان ماني؟

ان نظم کان علاوه ڪجهه ٻيا شعر به پسندا هلو.

پٽيوالو، منشي، سپاهي، معلم،
بکن جي مصيبتن کان مجبور آهي.



سچي جي حياتي سنور و سياپو،
مري پيي ته مشڪل ۽ جنجل ته جياپو،
مري جي ته ڪانهي ڪفن لاءِ پائي،
جئي جي ته ويتر مصيبت سوائي.



هتي ٿين اٽي جو ڪڙڪي ٿو خالي،
مٿان پاٽي جا پئسا گهري ٿو پخالي.

گدائي جي دوُر ۾ تعليم ته نه هئڻ جي برابر هئي پر اسان کي اچ به ان خوشفهمي ۾ نه رهڻ گهرجي ته ڪا تعليم وڌي آهي بلڪه تعليم ته اچ به گهٽ آهي. اهوئي سبب آهي جو هاريُ جو ٻار اڄ به تعليم کان وانجهيل آهي اڄ به جهالت جي چڪيُ ۾ پيڙبو رهي ٿو.اڄ به تعليم جو فقدان آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو جهالت عروج تي آهي گدائي تڏهن ئي هاريُ کي چئي

تو ته

لڪڻ پڙهڻ ۾ نه توکي مهارت،
زماني ۾ مشهور تنهنجي جهالت.

هڪ سچي ۽ قوم جي هڏڏوڪي شاعر جو اهو فرض آهي ته هو قوم جي هيٺي حال جي عڪاسي ڪندو رهي غربت، بک، بيماري جو عڪس پنهنجي شاعريءَ جي ڪئنواس تي چٽيندو رهي ۽ قوم کي آجپي جو درس ۽ گس ڏيندو رهي. اهو تڏهن ئي ٿي سگهي ٿو جڏهن اسان وٽ علم هوندو، گدائي قوم کي تعليم کان وانجهيل ڏسي ڪيس ٻڌايو آهي ته جي قوم علم حاصل ڪندي ته هنر ۽ سياست ۾ به هوشيار ٿيندي ۽ جي تعليم حاصل نه ڪندي ته جهالت جي کوھ ۾ ڪري پوندي.

جي علم سان جلد سرشار ٿيندين،
هنر ۽ سياست ۾ هوشيار ٿيندين.

اڳتي هلي گدائي چئي ٿو ته اسڪولن سان علم عام ٿيندو ۽ قوم جو هر گهر خوشحال، ستابو، ٻنيون ٻارا ساوا ۽ ستابا ٿيندا، ملڪ ۾ هنر عام ٿيندو، ماڻهوءَ ۾ سمجهه ۽ دانائي وڌندي ۽ جهالت جي پاڙ پٽجي ويندي.

جهالت سندي پاڙ پٽبي سراسر،
ودياوان ٿيندو، قبيلي جو هر گهر،
کلي ويندا هر هند اسڪول اڪثر،
وديا سان سڀئي ڳوٺ ٿيندا منور،
پسن کي علم سان انسان ڪرتون!
وطن جي اڏاوت جو سامان ڪرتون!



مطلب پرستي، منافقت، دوکو!

اسان وٽ جيڪڏهن مٿيون اهي ٿيئي عادتون موجود نه هجن ته

جيڪر هتي امن، شانتي ۽ پائيچاري وارو ماحول سازگار رهندو اچي ها پر افسوس جو اهي عادتون ماڻهن ۾ گهر ڪنديون ٿيون وڃن اهي عادتون گدائي جي دؤر ۾ به هيون ۽ هاڻي به موجود آهن.

دوکو جيئن ته پنهنجن ڪان ئي ملندو آهي ۽ اهو وفاداريءَ جي ئي آڙ ۾ ملندو آهي اهڙي دوکي جو ذڪر گدائي هيئن ڪيو آهي.

هتي نالي محبت، آهي جسماني تعلق جو،
حقيقت ۾ وفاداري فقط رنگين دوکو آهي.

اڳتي هلي وري گدائي خود غرضي، مطلب پرستي جو ذڪر هيئن ڪيو آهي.

غرض جو ناءُ هت، مطلب پرستن دوستي ناهيو!
حقيقت دوستيءَ جي هت، رڳو کهنبي جو چٽڪو آهي!

☆

سياري جي سَوَڙ سپ ڪو پيو تو پاڻ ڏي تاڻي،
تڏيءَ ڪوسيءَ نه ڪو ٻئجي ڪنهن جو غمگسار آيو.

☆

## عورت تي ارڏائي:

عورت تي ارڏائي هر دؤر ۾ ڪئي وئي آهي، مارئي ڪان وٺي هيل تائين عورت ظلم جو نشانو بڻجندي رهي آهي. گدائي ان ظلم خلاف هميشه آواز اٿاريو ته ان ڪي نئديو به پر اڄ به ساڳيو حال آهي، اسان روزانو اخبارن ۾ پڙهون پيا ته ڪڏهن عورت ڪي ڪاري ڪري ماريو وڃي ٿو ته ڪڏهن عورت ڪي وڏيري ۽ ڪمدار جي حوس جو نشانو بڻايو پيو وڃي ته ڪڏهن عورت ڪي سرمائيدار، مير، پير، وزير، بيوروڪريٽ جي بنگلي جي زينت بڻايو ويو آهي، ڪڏهن ڪيس بازار ۾ ويهاريو ٿو وڃي ته ڪڏهن ڪانئس زوري مشقت تي ورتي وڃي. گدائي اهڙي ظلم جي عڪاسي هيئن ڪئي آهي.

دوشيزه ديهات جي انمول امانت،
افسوس نہ محفوظ آ زردار جي زرڪان.
لٽجن ٿيون هر گهڙي، هتي انمول عصمتون،
سرمايہ دار تي ٿيون وسن، روز رحمتون.



ڌيءُ، ماءُ، ڀيڻ جي هتي عصمت بازار ۾،
وڪرو ٿئي ٿي، عام شرافت بازار ۾.



دختر ملت جي هي بازار آهي،
جسم عورت جو هت واپار آهي،
چند سڪن تي ملي عصمت هتي،
ٿي وڪامي قوم جي غيرت هتي،
پٽ اچي پيءُ اچي هت، پاءُ پي،
ڌيءُ آ، هيءُ ڀيڻ آ، هيءُ ماءُ پي.





لکين لاڏليون ٿيون وڪامن هتي تي،
اجا عصمت ڪي لٽي ٿو لٽيرو.
اڃ صنف نازڪ ستائي وڃي ٿي،
اجا مرد جو مرتبو آ مٿيرو.



• سک، شانتي، ڀائيچارو:

معاشري ۾ جڏهن ساڙ، بغض، ڪينو ڪدورت، نفرت وڌي ويندي آهي تڏهن معاشرو بگاڙ جو شڪار ٿي ويندو آهي، جهڳڙا، فساد،

دهشتگردي مطلب تہ معاشري مان امن، شانتي، سک، ڀائيچارو ختم ٿي ويندو آهي ۽ معاشرو خراب کان خراب تر ٿي ويندو آهي تڏهن هڪ سچو شاعر امن، شانتي، سک ۽ ڀائيچاري قائم ڪرڻ جو ڏس ۽ گس ڏيندو آهي، گدائي جي دوُر جي حالت ساڳي اڄ بہ آهي. گدائي اهڙي معاشري ۾ ناصحاڻو انداز اپنائيندي چئي ٿو.

هڪٻئي لاءِ حقارت ڇاجي؟
انسانن کان نفرت ڇاجي؟
ڪينو ساڙ ڪدورت ڇاجي؟
ڇاجو هي تڪرار، ٻڌايون سک جو ڪو سنسار.
ذاتيون پاتيون فخر وڏايون،
رنگ نسل جون سڀ ارڏايون،
آهن جنگ فساد جو باعث،
زهر پريو پرچار، ٻڌايون سک جو ڪو سنسار.



هتڙي سڀئي ياٿر، هندو نہ ڪوئي مومن،
مسلڪ اوهان جو آهي امن و امان جو ضامن.



## ٻڌي ۽ ايڪو:

ٻڌي ۽ ايڪو گدائي جي شاعريءَ جو محور پئي رهيو آهي ڇو تہ ماڻهو هر دوُر ۾ ڇڙوڇڙ پئي رهيو آهي. گدائي ٻڌي ۽ ايڪي تي ان ڪري بہ زورُ ڏنو آهي ڇو تہ اهو ئي عنصر آهي قوم جي خوشحالي ۽ حقن حاصل ڪرڻ جو.

اوهان آهيو تہ آ ٻولي سلامت،
۽ سنڌ ماءُ جي لولي سلامت،

گدائيءَ جي گذارش ياد رکجو،
صفن کي صورت فولاد رکجو.



سڀ راز اوهان جي طاقت جو آ يار سمايل ايکي ۾ ،
جي چڙ چڙ ٿيا تيندا سين هيءَ بازي هاري ويندا سين.

اهڙيءَ طرح گدائي پنهنجي سماج جي خقي ۽ سچي تصوير چٽي ايکي، ٻڌي، پيار محبت تي زور ڏيندو رهيو آهي.



# سنڌ سڄي آهي سرهاڻ

ڌرتي، جيڪا سپوت پيدا ڪري ٿي، سو وري ڪين پنهنجي جهوليءَ ۾ آرامي ڪري ٿي. اهڙا سپوت ڌرتيءَ جي لڄ رکن ۽ ڌرتيءَ جي ٿڃ ملهائن ٿا. ڌرتي ماتا لاءِ پنهنجي رت ست ڏيئي ڌرتيءَ جي سينڌ سنوارن ٿا، اهڙا سپوت انسانيت اتم بڻائن ٿا، ڏاڍ جي ڏونگر ڪي ڏاري وجهن ٿا ۽ هيڻن جا همراهي ٿين ٿا.

سنڌ ڌرتي به پنهنجي وجود مان ڪوڙ سپوت جنميا آهن جن سنڌس سينڌ سنواري سنڌس ۽ انسانيت جي پرچار پئي ڪئي آهي ته ڏاڍي سان مهاڏو اٽڪائي مظلومن جي واهر پئي ڪئي آهي.

گدائي سنڌ ڌرتيءَ جو اهڙو سپوت آهي جنهن ڌرتيءَ جي ٿڃ ملهائي آهي، سنڌ جي سينڌ سنواري آهي، پنهنجي قلم ذريعي مظلومن جي واهر ۽ انسانيت جي اتم هڻ جي پرچار پئي ڪئي آهي.

گدائي پاڻ خود هاريءَ طبقي منجهان هئو، تنهن ڪري هن کي

هارين جي ذڪن ۽ سندن مسئلن جي چڱيءَ طرح پروڙ هئي. هارين مٿان ٿيندڙ ڏاڍ ۽ ظلم جي هر واردات گدائيءَ کي لڇايو ۽ تڙپايو آهي اهو ئي سبب آهي جو گدائي کي هاريءَ جو شاعر سڏيو ويندو آهي.

گدائي هاري، مزدور، شاگرد، مظلوم جو شاعر آهي، گدائي سنڌ ڌرتيءَ جو شاعر آهي، گدائي پيار جو شاعر آهي، گدائي عوامي، قومي ۽ انقلابي شاعر آهي.

گدائي جو قلم زندگي جي هر شعبي تي ڪنيل آهي.

گدائي جي شروعاتي شاعري مجازي شاعري آهي، هن جي شروعاتي شاعري روماني شاعريءَ جو شاهڪار آهي، پر جيئن ته گدائي سنڌ جو اهو سچو سپوت آهي جنهن پنهنجي ڌرتي ماتا سان پيار ڪيو، پنهنجي پون ۽ جي ماروئڙن سان سچو قومي پيار ڪيو. ان ڪري اڳتي هلي گدائي ڌرتي ۽ قوم لاءِ شاعري ڪئي، تڏهن سندس انفرادي پيار تي ديس ۽ انسانيت جو پيار حاوي ٿي ويجي ٿو.

گدائي جي شاعريءَ جو ججهو مقدار عوامي ۽ قومي شاعريءَ ۾ ملي ٿو، هو ان شاعريءَ ۾ قوم لاءِ لڇندو ۽ تڙپندو رهيو آهي.

خوشي ۽ عيش و راحت سڀ ميسر خاص ماڻهن کي،
مگر مزدور ۽ هاريءَ کي، نه آهي ڪو قرار آيو.



بکون ڪاٽي زماني کي اهي روزي رسائن ٿا،
مگر افسوس! محنت جو ثمر هو ڪونه کائن ٿا.

گدائي جتي مظلوم جي مظلوميت جو شاعريءَ جي ڪينواس تي عڪس چٽيو آهي اتي مظلوم کي همٿ همٿائڻ جو هٿيار به مهيا ڪيو آهي.

نه لڳ دشمن جي دلبي تي ذرا هوشيار ٿي ساٿي!
زمانو آهي تنهنجو، اٿي بيدار ٿي ساٿي!



يلغار ڪري چڙھ ڪوٽن تي، جت ظلم و ستم جو ديرو آ!
اُت دور افق تي باڪ ڦٽي، ڏس اڀريو لال سويرو آ!
سڄو ديس آرس ڀڃي آھي جاڳيو،
ڪسانن آ ڪوڏر ڪھاڙي سنڀاري.



محنت تنھنجي، دولت تنھنجي، ھمت ساڻ حڪومت تنھنجي،
قوت شير شجاعت پنھنجي دنيا ڪي ڏيڪار،
سمورو تنھنجو ھي سنسار.



غفلت ڇڏي ڏي غافل، ھوشيار تي اُٿي پئہ،
ھاري ھڪل ڪري تون، حقدار تي اٿي پئہ.

دنيا جو اھو دستور آھي تہ جتي ھيٺو آھي اتي ڏاڍو بہ آھي، جتي ڏاڍ آھي اتي مزاحمت بہ آھي، ڌرتيءَ جو سڄو سپوت مزاحمتي مورچي جو سچو سپاھي آھي.

سنڌ ڌرتيءَ تي ٿيندڙ ڏاڍ اڳيان گدائي مزاحمتي مورچو سنڀاليو آھي.

اڃا ڪجھہ خون سان پيئي ڪيڏيون آھن مون ڪي ھوليون،
اڃا سيني تي کائڻ ڏي مون کي انگريزن جون گوليون،
اڃا صياد ڪان ڪسٹو ھي آ گلستان پنھنجو،
اڃا آزاد ڪرڻو آ، جنت نشان پنھنجو.



وڙھي تيز طوفان ۾ موجن سان ھمدم،
وڃي نيٺ پيڙو ڪناري ڇڏيوسين.



جيئي سنڌ! جيجل جو آهي قسم،
تہ جيسين آ سينو ۽ سيني ۾ دم،
ٿئي ديس خاطر جي سر پي قلم،
ساٿ هلندو رهي، لاٽ ٻرندي رهي.



هن ڌرتيءَ خاطر مرنداسون،
هن ڌرتيءَ خاطر جيئنداسون،
سقراط جيان جي زهر مليو،
تہ بہ ڪلندي ڪلندي پيئنداسون.



تون ڪنهن ڪنهن کي خاموش ڪندين،
هي ملڪ تہ آ منصور سچو.



هن ديس تي تن من واريندس،
هن ديس جا دشمن ماريندس،
گهر ٻار ٻچا قربان ڪري،
هن ديس تي خون هاريندس.

پيار جنهن ريءَ انسان ڪجهہ بہ ناهي، جنهن انسان ۾ پيار ناهي ان کي انسانيت جي دک درد جي ڪا بہ پرواهہ نہ ٿيَ رهي. پيار انسان کي پٿر مان ميڻ بڻائي انسانيت جي دک درد تي روئڻ لاءِ هڪ جذبو عطا ڪري ٿو.

گدائي افرادي پيار جو بہ شاعر آهي، پيار جي ميخ هن جي دل تي بہ لڳل آهي، هو بہ گهائل آهي، اهڙو اظهار هن پنهنجي شروعاتي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. هن جو اهڙو اظهار پسو.

پيار محبت واريون ميخون اهڙيون ڪي اٽڪايئہ،

نڪري ڪين سگهن تيون ساجن تو جي جيءُ ۾ لاتيون.

الفت ۾ سڀ ڪان پهريون جيڪي پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿا سي انسان جا نيڻ آهن، اهي نيڻ ئي آهن جيڪي سڀ ڪان پهريون هڪ ٻئي ڏانهن پريم پتر پهچائڻ جو ڪم سر انجام ڏين ٿا، اهي نيڻ ئي آهن جيڪي ٻن دلين کي هڪ ڪري الفت جي سڳڙي ۾ سوگهو ڪن ٿا، اهي نيڻ ئي آهن جيڪي عاشق کي زندگي بخشين ٿا.

نيڻ جڻ ته انسان جا پيغامبر آهن جيڪي لڪي لڪي پنهنجي خالق (انسان) جو پيغام ٻئي تائين پهچائن ٿا/آئين ٿا.

ڪي نيڻ پيار جا پيغامبر ٿيندا آهن ته ڪي نيڻ وري اهڙي ته آتش رکندا آهن جي ٻئي ڏانهن نهاريندي ئي سندس دل تي باه جو پيڙ مچائي ڇڏيندا آهن.

گدائي به ڪجهه اهڙو اظهار هن ريت ڪيو آهي.

ظلم جون نظرون ڪٺي، مون ڏي نهاريندو نه ڪر،

تيز نظر ساڻ دل تي باه ٻاريندو نه ڪر.

انفرادي پيار ۾ شاعر پنهنجي محبوب جي حسن جي ايڏي ته تعريف ٿو ڪري جو سندس اڳيان آفتاب کي به جهڪائي سندس قدمن ۾ ٿو آڻي رکي، جيئن گدائي پنهنجي محبوب لاءِ چئي ٿو.

جڏهن هو شوخ ٿو چهري کي بي نقاب ڪري،

جهُڪي سلام ٿو سهڻي کي آفتاب ڪري.

گدائي سنڌ ڌرتيءَ جو شاعر آهي ۽ هو ڌرتيءَ جي مٽيءَ کي سرهاڻ ٿو چئي سڄي سنڌ کي سرهاڻ سان مشابهت ٿو ڏي، وک وک تي واڪاڻ ٿو ڪري.

ماڻهو ماڻهو هيري ڪاڻ،

سنڌ سڄي آهي سرهاڻ.

ڌرتيءَ جي ماروئڙن ۽ پنهنجي سباجهڙي ٻوليءَ لاءِ وڏيڪ هيئن ٿو اظهار

ڪري.

ماروئڙن جا منهن اجيارا،
اندر ٻاهر صاف سچارا،
منڙا ماڻهو پيارا پيارا،
منڙي جن جي روح رهاڻ،
سنڌ سڄي آهي سرهاڻ.

اڄهارن جي ٻولي منڙي،
جيجل واري لولي منڙي،
پيار پري آ جهولي منڙي،
جنهن ۾ ماڪي کنډ مناڻ،
سنڌ سڄي آهي سرهاڻ.

پنهنجي ڪرڻي پرڻي آهي،
ويلا نيٺ ته ورڻي آهي،
سنڌ گدائي مرڻي ناهي،
وڪ وڪ جنهن جي آ واڪاڻ،
سنڌ سڄي آهي سرهاڻ.

سنڌ مرڻي نه آهي، سنڌ تاقيام رهڻي آهي، ۽ اسان جا شاعر سنڌ جي واکاڻ پيا ڪندا چو ته هن جي مٽيءَ ۾ آهي نئي محبت، آهي نئي سرهاڻ.



## مددي ڪتاب

| | |
|---|---|
| پيماني تي پيمانو | عبدالڪريم گدائي |
| ساڻيهه جا سور | عبدالڪريم گدائي |
| پڪڙا ۽ پنهوار | عبدالڪريم گدائي |
| خانڳڙهه کان جيڪب آباد تائين | عبدالڪريم گدائي |
| آفتاب ادب | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي |
| مٺڙا مارو | ڊاڪٽر داد محمد خادم بروهي |
| اصطلاحن جي اصليت | ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو |
| شاهه جو رسالو | ڪلياڻ آڏواڻي |
| شاهه جي شاعري ۾ علامت نگاري | ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو |
| سفر زندگي جو | ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو |
| شاهه لطيف جي شاعري | ڊاڪٽر تنوير عباسي |
| نيڻ مهتي خيال جاڳيا | تاج جويو |
| سنڌي شاعري فن کان فڪر تائين | عبدالوحيد جتوئي |
| تنقيد شعر (اردو) | انيس ناگي |
| جديد سنڌي شاعريءَ جون خوبيون | سومرو شبير احمد |

(انٽيچپيل)

| | |
|---|---|
| بوند، لهرون ۽ سمنڊ | نارائڻ شيام |

رسالا :

ماهوار پيغام ڪراچي

ماهوار ڪينجهر حيدرآباد

پندرنهن وار عبرت مئگزين حيدرآباد

ماهوار سنڌ سجاڳ جيڪب آباد

ماهوار سوجهرو ڪراچي

## سومرو شبير احمد جا ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| سنڌ سڄي آهي سرهاڻ- | (گدائي جي شاعري جو اڀياس) | ڇپيل |
| منزل ماري ويندا سون - | (گدائي جي چونڊ شاعري ۽ مقالا) | اڻڇپيل |
| جديد سنڌي شاعريءَ جون خوبيون- | (تحقيق) | اڻڇپيل |
| جديد سنڌي شاعريءَ جو اڀياس- | (اڀياس) | اڻڇپيل |
| جديد سنڌي شاعريءَ جون صنفون- | (تحقيق) | اڻڇپيل |
| ساڻ هلندو رهي- | (شاعري) | اڻڇپيل |
| دردن جا دوها- | (شاعري) | اڻڇپيل |
| هينئون مڃي نه هار- | (شاعري) | اڻڇپيل |
| چوڏس مهڪ مٽيءَ جي- | (شاعري) | ڇپيل |
| آئون بندياٽي ٻند ۾- | (ڪهاڻيون) | اڻڇپيل |
| ٻاڪ ڦٽڻ تائين- | (ڪهاڻيون) | اڻڇپيل |
| ڪفن- | (ترجمو- ڪهاڻيون) | اڻڇپيل |
| توکي وسارڻ منهنجي وس ۾ ناهي- | (ٻه ناولٽ) | اڻڇپيل |
| سارونيون- | (سهيڙيل - سارونيون) | اڻڇپيل |
| سوچن جي سرهاڻ- | (ڪالم) | اڻڇپيل |



ننڍي وهيءَ ۾ هڪ مناسب مقام کي رسڻ، سڀ ڪنهن جو ڪم نہ آهي. اها منزل صرف اهو شخص ماڻي سگهي ٿو، جنهن کي ڪجهہ ڪري ڏيکارڻ جو جذبو هجي. هن عمر ۾ هو جنهن جذبي ۽ لڳاءَ سان ادبي پورهيو پيو ڪري تہ اهو ڏينهن پري ڪونهي، جڏهن هو گهڻن ئي قلمڪارن کي پوئتي ڇڏي ويندو.

ادب جي ميدان ۾ هڪ ئي وقت ڪهاڻيون لکڻ، شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪرڻ ۽ هاڻي وري تحقيق جي ميدان ۾ پير پائڻ اهو هن جو ئي خاصو آهي.

سنڌ جي وڏي ۽ عوامي شاعر عبدالڪريم گدائي، تي تحقيقي ڪم ڪرڻ، هر ڪنهن جي جاءِ ناهي. گدائي تي صرف اهوئي ماڻهو ڪم ڪري سگهي ٿو، جنهن هن جي شاعريءَ جو ڳوڙهو مطالعو ڪيو هجي. باقي گدائي تي رسمي يا سطحي مضمون تہ هر ڪوئي پيو لکي.

"سنڌ سڄي آهي سرهاڻ" ۾ سومرو شبير احمد، گدائي جي شاعري جو تفصيلي مطالعو ڪيو آهي ۽ ان جي شاعري جي مختلف پهلوئن جهڙوڪ گدائي جي عڪسي شاعري، گدائي جي شاعري ۾ علامتون، ادبي صنعتون ۽ اصطلاحن جو استعمال، چند اهڙا موضوع آهن، جن تي هيل تائين شايد ئي ڪو تفصيلي ڪم ٿيو هجي. ان لاءِ سومرو شبير احمد يقيني طور مبارڪ باد جو مستحق آهي.

غلام رسول ڪلهوڙو

جيڪب آباد

